# شاهه جون آکاڻيون

## (ڀاڱو ٻيو)

•

چيتمل پرسرام گلراج

•

قيمت: ٢-٨-٠

نئين سنڌي لئبرري ٦

# شاه جون آکاڻيون
## ڀاڱو ٻيو


تاليف

چيتنمل پرسرام گلراجاڻي


قيمت

پڪو ۱-۴-۰ ڪچو ۲-۸-۰




۱۹۲۳

ڀارتواسي پريس

# فهرست

## عمر مارئي


مارو ۽ ملير ١
مارئي ٨
قتل ڦوڳه ٩
مارئيءَ جي آزمائش ١٣
مارئيءَ جو روئڻ ٢١
اوٺيءَ جو پيغام ٣٠
وطن جي حب ٣٣
عمر جي چڱمڙسي ٣٩
وصال ٤٣


## سسئي ۽ پنهون


سسئي ۽ پنهون ٤٥
سسئيءَ جو جنم ٤٦
ڄام پنهون ٥٢
ڪيچ ۾ قحط ٥٤
پنهل مست ٥٩
ڏکيا ڏير ٦٠
سسئيءَ جا سور ٦٤
سسئي ۽ مائٽ ٦٦
سسئي ۽ ساهيڙيون ٧٠
سسئي ۽ ڏونگر ٧٤
سسئي ۽ وٽراهه ٨١
سسئي ۽ سج ٨٥
سسئي ۽ مڪراڻي ٩٢
سسئي ۽ ڏوٿي ٩٧
آخرين آزمائش ١٠١
خبيث ٻڪرار ١٠٥


## هير رانجهو


هير رانجهو ١١١
رانجهو جاڪ ١١٥
رانجهو گهوٽ ۽ کيڙو ڪر ١١٦
هير ۽ قاضي ١١٨
هير ديواني ١٢١
وصال ١٢٣
سماجڻاطي ١٢٤

# مهاڳ

”شاهه جون آکاڻيون ڀاڱو پهريون“ نئين سنڌ جي لئبرريءَ جو پهريون ڪتاب هو. مونکي خوشي آهي ته لئبرريءَ جو آرنڀ شاهه صاحب جي ڪتاب سان ٿيو. انهيءَ ۾ ڪوشڪ ڪونه آهي ته لطيف جي نالي تان سنڌ قربان آهي، جو لطيف سنڌ جي ساهتي خزاني جو بي نظير روشن هيرو آهي. شاهه جي آکاڻين جو ڪتاب ڇپائڻ جي مراد اها آهي ته شاهه جي رسالي سمجهڻ ۾ سولائي ٿئي. اول شاهه جي ٻوليءَ ۾ مشڪل آکاڻين جي رستي ٻوليءَ جي واقفيت ٿئي، ته پوءِ سندس خيال ۾ ٽٻي هڻي سگهجي. هي ”شاهه جون آکاڻيون ڀاڱو ٻيو“ ۾ ساڳي مراد سان ڇپرو ڪجي ٿو. هن ڪتاب ۾ عمر ماروئي، سسئي پنهون ۽ هير رانجهو جون آکاڻيون درج ٿيل آهن. سسئي جي ڳالهه لطيفي رسالي جي پنجن سرن ۾ سمايل آهي؛ اٽڪل ٻه سو صفحا رسالي جا سسئي تي آهن، يعني ته رسالي جي پنجين حصي کان وڌيڪ ته سسئي تي جهيل آهي. ”عمر ماروئي“ سر شاهه لطيف جو هڪ ڪمال سهڻو ۽ نصيحت آميز سر آهي، جنهن ۾ سنڌ جي اڳين ڳوٺاڻي جيوت واهه جي چٽيل

آهي. ”هيررانجهو“ جون ٿا ته شاهه لطيف کونه جيو
هو؛ پر جنهن صورت ۾ هي سهٽو سرائڪي ۾ جيل
رسالي ۾ موجود آهي، تنهن صورت ۾ هت ڏنو ويو
آهي. اِنهن آڪاڻين جي ٻن ڀاڱن جون اندريون
سمجهاڻيون اونهي ڄاڻ سان ڀريل آهن، جنهن جي
اُپٽار پڻ مون، جدا ڪتاب ۾ شاهه جي ٻوليءَ ۾ مڙهڻ
جي ڪوشش ڪئي آهي، جو ڪتاب ”شاهه جي آڪاڻين
جي سمجهاڻي“ جي نالي سان پڌرو ڪيو ويو آهي. اُميد
اٿم ته اجا اٽڪل چار ٻيا ڪتاب شاهه لطيف تي پڌرا
ڪندس. منهنجي پريتم مسٽر مولچند منگهومل واسواڻيءَ
نهايت محنت سان هن ڪتاب جا پروف ڏنا آهن؛
ڪيترا معنائن جا نوٽ هنيا آهن؛ ميرزا قليچ بيگ صاحب
پڻ ڪيترن لفظن جون معنائون ڏيئي واهر ڪئي آهي،
جنهن لاءِ آءٌ ٻنهي صاحبن جو بلڪل شڪرگذار آهيان.

حيدرآباد سنڌ
جنوري ١٩٢٣

چيتنمل پرسرام






# ( عمر مارئي )

## مارو ۽ ملير

سنڌ منجهه ٿر جو ملڪ مشهور آهي. اڄ به ٿر جي ماڻهن جي رهڻ ڪرڻ جو نمونو نهايت سادو آهي، جو ويهين صديءَ جي زماني جي ذلت اڃا انهي ڀاڱي ۾ ڪا نه گهڙي آهي. عمرڪوٽ کان پري نگرپارڪر وغيره شهرن جاهيان وندر روارا هڏها آهن. انهي ٿر ۾ ملير جو هڪ ڳوٺ هو. آکاڻي انهي وقت جي آهي، جڏهين عمر بن حمير ٿر جو بادشاهه هو. عمر سومرن جي گهراڻي مان هو، جن سومرن جو راڄ سنڌ تي گهڻا ورهيه هليو. شاهه لطيف هن مارئيءَ جي مهڻي سر ۾ اهين سنڌين جي سادي هلت ۽ چلت جا واهه جا بيان ٿو ڏئي. اڄ به ڳوٺن ۾ ڪيتريون عمديون ريتيون، رواج ۽ رهتون آهن. شاهه جا بيان

پڙهيو دل کي فرحت اچيو وڃي. اهي ماڻهن جي ڳوٺ ۾ مارو ذات جا ڳوٺاڻا رهندا هئا.

” ترڙا اندر ڏاڪ ماروئڙن جا.“

وٽن کي وڏا واڙا ڪونه هوندا هئا، نڪي ڪي ٻيا لذتن جا سامان هوندا هئا. ڏوٿي ماڻهو هئا، جي جهنگل جي هڪ قسم جي اَن (ڏٿ) تي گذران ڪندا هئا. ” آٽين ۽ ڄاڙهين ڏٿ ڏهاڪي سومرا.“ وٽن جا يون ۽ ڪي اُوڇيون ۽ ٻڪيون ڪونه هونديون هيون، ” ڪارا ڪبر ڏيهه ۾، ٻيا وارئي منجهه وٿاڻ ۾“ ٻر نڍيون جهوپڙيون هونديون هيون. ” پُٺن پرِ پَونگا “ هئن، جن جهوپڙين ۾ هي جهانگيڙا جهنگ جا ماڻهو رهندا هئا. اُنهن ٻڪن ۾ هنن کي خوب موج ايندي هئي. سڄو ڏينهن ٻنهين جي ٻنين ۾ ڪم ڪندا هئا، ۽ شام جو ٻڪر جو ٻورهيو ڪري موٽندا هئا:

مَٿن ٽُبَڪ ٽُبَڪڙا ڇِڪندڙا اڄن
ڪُڙيون ڪِڏ ٻَڪُليون، ۽ ٻڪَر سِر ٻيرن.

---

ڏاڪ = ڇاهه. ٽبڪ ٽبڪڙا = ٽبڪا، ٽبڪيون.
ڇڪندڙا = زور سان يا خوشيءَ سان ۽ ٻڳهر ڳاڙيندا.
ڪڏ = مٽي، لت. ٻڪليون = پريون، گڏيون. سر = ٽائين.

پورھيو ھنن جي منھن پر صحت آئيندڙ ھو، ۽ سندن ٻڪليون ڀيون ڀڪنديون ھيون. ھميشھ سگھا ۽ سبر گذاريندا ھئا، ۽ ٿوري ۾ ئي خوش ھوندا ھئا:

” ٿوري قوت قرار ريا، رھن سبر ست. “

گانيون مينھون ۽ اُٺ پنھنجا ھوندا ھئن، جنھجا کير مکڻ ڌاڻ ۾ خوب کائيندا ھئا، ۽ آئي وئي کي ٻڻ خوشيءَ سان کارائيندا ھئا. پنھنجن نندن باغن جا ميوا ۽ پنھنجن مانارن جون ماکيون وٽن جھجھيون ھونديون ھيون:

(۱) وليون وڻ ڦلاريا، لُڙ نڳيو لَس

آئيو وجھن آھرين، سندا ڏُوھن ٽَس

ميوا ميرماکيون، سيڪا چکن چَس.

(۲) سَٽا ڪيو سيد چئي، سائون سڪائين

منھنجان لَنب، لطيف چئي، چانورڪيو چاڙھين.

---

قراريا = خوش يا آرامي ٿيا. سبر = ٻل وارا. ست = طاقت سان. لس = گھاٽا، ھڪ ٻئي ڀڙان، ھڪ ٻئي پٺيان. نڳيو = نڪتو. ٽس = ڍڳي، ڍير. چس = سواد، لذت. سٽا = سوڙيون، ويڙھيون. لنب = جھنگلي گاھ جو ڏٿ وانگر ڪا چند و آھي.

وٽن ڪنهن نه قسم جي سختيءَ ڪانه هوندي هئي، نڪو ڏڪار وٽن هو:

"تن ونهين ويڙهيچن ۾ سدائين سُڪار."

ٻاهرين ملڪن جي ڪپڙن جي ڪين گهرج ڪانه هوندي هئي، سنڌن وهون ۽ ڏيئون، سَسَن ۽ ٻڪرن جي اُن منجهان ۽ ڪپاهه منجهان ڪپڙا ٺاهيندڙيون هيون.

"اوءِ ٺا ڪورين ڪونئري سرتيون، مٿان سَسَن."

اڄ ٻڻ ٿر جا ڪٿا ۽ لويون مشهور آهن، پر تن ڏينهن ۾ يعني ڪي سوورهيه اڳي ته اهي وٽن جام هوندا هئا. جئين شاهه ٿو چوي:

"جت ڪَرڙ، ڪٿا ۽ ڪاهيون، ٻالَ ٻڪا ۽ ٻَڪَ."

هنن جون زالون ٻائيندڙيون هيون لويون، ۽ هنن جا مرد ٻائيندا هئا ڪٿا. هنن کي سڏ بوئي هو "ڪنئيڙا"، ۽ هنن جي زالن کي جهٽبو هو "ڪنئيڙيون". لاکر مان رنگ ڏاهي ڪٿي لوين کي ڏيندڙيون هيون، ٻوءِ ته ائين ٻهيون ٻانئيندڙيون هيون ته ڏاڍيون ڪي سهڻيون شالون ٻاتيون اٿئون!

---

ڪورين = ڪترين. سسن = گهيٽن. ڪونئري = نرم اُن. ڪرڙ = ساديون فراشيون. ڪاهيون = اُن جا ٻورا. ٻال = ڪٿي جهڙو اُن جو ڪپڙو مٿان ڍڪ لاهه. ٻڪا ۽ ٻڪ = ڪرڙ جو ٻڪل هيوو، ٻڪل ڏو نرام

"جي اڪر رڱائون لوئيون، ته شالُ ڏنان سُڃون!"

سدن چوڪريون مارُو ذات جو مارُوئڙيون، شڪل جون ٻه گهڻو ڪري سهڻيون هيون. وٽن پردو ڪونه هو، جو گهرن ۾ اندر ڦاٿو ويٺيون هجن. هنن ماڻهن ۾ اُن وقت سادگيءَ سان گڏ سَتر ۽ سيل جو وڏو قدر هو، تنهنڪري نيڪيءَ ۾ مريادا ۽ نيڪيءَ جو انگ هو. خوب محنت ۽ پورهيا ڪنديون هيون، ۽ پنهنجن مردن ۽ مائٽن کي مدد ڪنديون هيون؛ البت رانديون رونديون، ساديون ۽ وندرواريون به خوب ڪنديون هيون. ٻيلا وٽن ميوا ۽ ماڪيون، ڪير ۽ ڏڌ، پڪا ۽ ٻيرون، گولاڙا ۽ گگريون، ڏونرا ۽ پسيون هيون، مٿن سو خوب وندريون ويٺيون هونديون هيون. انهن راندين روندين ۽ وندرن کي مارئي ڪيئن نه ٿي ياد ڪري! اُنهيءَ شاهه صاحب نهايت دمدتيءَ زبان ۾ تو بيان ڪري:

ڏيهه ڏاڏاڻي ٻڪرين، آءُ ويڙهيچن ڏي ويندي
سڱر ساهيڙين سان، ساڻيهه منجهه سٽيندي

---

رڱائون = رڱيا يون. گولاڙا ۽ گگريون = ٿرجون وليون ۽ ٻوڙا ۽ انهن جو ڦر. ٻڪرين = جهوپڙين. ويڙهيچن = مارُوئڙن. ساڻيهه = وطن. سڱر = سڱريون

اُتا ميٺون ملير ۾ ، ڏا ڳا ڏهڙ ڏئندي
ممر اُنهي ڏيهه جا ڪوڏير ڦوٽ ڪندي
گوليون گولاڙن جون ، جهڙي ساڻ جهٽيندي
ڪوڪڙ ڪوڏيرن ۾ ، ڦوڪيو ڦڪ ٻريندي
عيدن ٻرادن تي ڪيهه مانڌاٽا ڪيندي ،
پُسي ڪائي ٻيٽ ۾ ، ڏونرا ڏَنُ آءَ ڏيندي ."

ڪوهن تي ٻاٽي ٻيرڻ ويندڻيون هيون ، جي ڪوه ماروئڙن پنهنجن ٻرن ٽرن ۾ ڪنيا هئا . اُنهن ڪوهن تي ڪي جوڪريون وڃي ٻاٽي ٻريندڻيون هيون ، ۽ ويڻيون آتي ڳالهيون ٻڻ ڪنديون هيون . ڪو مسافر آيو ته اُن کي ٻه خوشيءَ ساں ٻاٽي ٻياريندڻيون هيون ، ٻر جي ڪير ۽ لسيءَ جي گهرج مسافر کي هوندي هئي ته اُهي ٻه ٻياريندڻيون هيس .

ٻيرَ ڪنيائون ٻرٻر ، ٻيارين ٻهون

---

اُتا = وسيا . ڏهڙ = ڪپڙا . ڪوڏير = وڻن جون ٻاڙون جي ڪائڻ ۾ ايندڻيون آهن . گوليون = گول ڦريا ميوا . ڪوڪڙ = سڪل ٻيرون . عيدن ٻرادن = وڏن ڏينهن تي . ڪيهه ۽ مانڌاٽا = ڳاهه جا قسم جن مان ڏٽ نڪرندو آهي . ڪيندي = ڪائيندي . ڏن = تحفو ، نذرانو . ٻير = ڪوهه . ٻهون = مال ، ڌڻ .

سنڌيجن سانيڪن آهي، وڏي وير وٿون
پاڻيو جر ڄنڊن ۾، ڪوڏان ڪڍن ڪڍون.

اهڙي طرح سادگي ۽ محبت ۾ هنن ماروئڙن جو وقت پيو گذرندو هو. جڏهين وري مند ائنا مينهن پوندا هئا، تڏهين ته هنن ماروئڙن ۽ ماروئڙين لاءِ مولا جي مهر سان خوب موجون ٿينديون هيون. اُنهيءَ مند ماروئڙا وڏيون خوشيون ڪندا هئا. پوءِ بر پٽ سڀ پاڻي ٿي ويندا هئا، خوب گاهه ساوا ڄمندا هئا، ماروئڙا ۽ ماروئڙيون پنهنجا مال وٺيو پيا چاريندا هئا. گيڙ ۽ ڪِڪِڙ بر اُن مند ۾ گهڻا، گل ڦل بر جهجها، مطلب ته ڏاڍو سک جو وقت هي ماڻهو گذاريندا هئا:

”هن مُندَ مارو سَنرا، ويڙئين وڳهه وارين.“
”چارين اُت چاهه منجهان، پاسي ڦوڳهن ڦَرَ.“
”هن مند مارو سَنرا، ڪاڻُرَ ۾ خوشحال

---

سنڌيجن = پاڻي ڪنڌيون. سانيڪا = ڪوه. وڏي وير = سويل صبح جو. وٿون = زالون. جر = پاڻي. ڄنڊن = وارن، زلفن. ڪوڏان = ڪوڏ مان. ڪڍون = ڪڍايون، ڳاڙهيون. سنرا = خوش. ويڙئين = ويڙهين يا چاري يا گاهه جي جاءِ تي. وڳهه = مال. ڦوڳهه = گاهه جو قسم. ڪاڻر = مڪان جو نالو.

سائون، سيارَچُ، مَکَڙيِ، جيڏ ٻون آڳين حال."
”مَن مَند مارو سَنرا، ڍِنگر ڍارَ رهن
ٻاڙي ٻوُچ اَٽَن ۾، ٻَکي ٻاند ٻين،
کاتونبا کاچن، ميڻهن وسندا موٽ تون."

## مارئي

اَمَڙي سادي ۽ سهڻي زماني ۾ ملير جي ملڪ ۾ هڪ نينگر جائي، جنهنجو نالو ئي رکيائون **مارئي**، جوجو سيني سهڻين مارُوئڙين ۾ هيءَ مارئي ملوڪ هئي! مائٽس رواجي مارو هئا. مارئي اڃ ننڍي سيان وڏي. نينگر ساهيڙين سان ملير ۾ خوب خوشيون ماڻيون، ۽ وندرن ۽ راندين ۾ خوب خوشيءَ جو وقت گذاريو. شڪل جي حسين، زبان جي مٺي ۽ چتر، دل جي ڪومل هئي، ۽ ملير جي مڙني ماڻهن سان، زالن ۽ ٻارن سان نينهن ۽ محبت هيس! پر هن نينگر جي نصيب ۾ ڪو ونجوگ جو ورا ڪو هو! ٻِٽس وٽ هڪ جوان ڪم ڪندو هو، تنهن جوان جي دل هن مارئيءَ تي ڦِي، سو

---

سائون، سيارچ، مکڙي = گاهه جا قسم جن مان ڏٿ نڪرندو آهي. ٻوچ = مٽو، گهٽو. کاتونبا = ڪتونبڙا، جهنگلي ڪاڏي جو ميوو.

جوءِ تہ آءٌ هن ننگر سان شادي ڪريان. جوان جو نالو هو ڦوڳہ! پر جنهن جو نالو ئي ڦوڳہ، تنهن کي مارئي ڪيئن قبوليندي! ٻيو تہ مارئيءَ جي دل هئي ملير جي سهڻي جوان کيت سين سان. انهيءَ نالي مان پڌجي ٿو تہ مارئي راجپوت ڪٽنب جي هئي، جو "سين ۽ سنگهہ" راجپوتن جي نالن پٺيان ايندا هئا. تہ ماڪ آهيئي راجپوتن جو، ۽ اڄا بہ راجپوت منجهس گهڻا آهن، ۽ راجپوتاڻا سان گڏيو پيو آهي. کيت سين هڪ نهايت لايق جوان هو، جنهن جي پريم مارئيءَ جي دل کسي ورتي هئي.

## ڦتل ڦوڳ

ڦوڳہ جنهن جو من ۽ دل بہ ڪڪي ڦوڳہ سان پريل هئا، سو هيءُ کيت سين ۽ مارئيءَ جي محبت سهي ڪين سگهيو. مارئيءَ جي پيءُ کي چيائين تہ مارئي مون کي نٿو ڏين ۽ پر پڇتائيندين. مارئيءَ جي پيءُ ڦوڳہ کي چيو تہ منهنجي مارئيءَ پنهنجو ڳوٺ پاڻيڏي جونڊيو آهي، آءٌ ڪيئن توکي پانهن ڏيان. ڦتل ڦوڳہ ڪاوڙجي نڪتو. تن ڏينهن ۾ ملير جي پرسان ملڪ عمر حمير جو هو، جتي عمرڪوٽ ۾ عمر راجا هو. عمر هڪ زبردست راجا هو. هي سومرو پنهنجي نالي سان هو. جوش ۽ جوءِ وارو مڙس

هوءِ طبيعت جو ظالم ڪين هو، پر ته به زماني جي عادتن
کان آجو ڪين هو. عمر جي درٻار ۾ ڦوڳ آيو ۽ عمر کي
اچي چيائين ته اي عمر راجا، ملير جي ملڪ ۾ جا هڪ
نينگر ساماٽي آهي، تنهنجي مٽ سونهن ۾ ڪا نه جوکر
ڪا نه آهي. نالو اٿس مارئي، سڀني جوکرين ۾
بي نظير اٿيئي. اي راجا، اها جوکر لائق آهيئي
تنهنجي. عمر اهي ڳالهيون ٻڌڻ سان مٺ ۾ اچي ويو. تن
ڏينهن ۾ راجائن، خاص ڪري راجپوتن ۾ هڪڙو نمونو
پرڻجڻ جو اهو به هوندو هو جو زورئون نينگر پرڻائي کڻي
ويندا هئا. البت جيڪي منجهون سياوان هئا، سي
ڪنيا جي خواهش کان سواءِ زبردستي ڪين ڪندا هئا.
هي سومرا راجائون به اصل ۾ راجپوت هئا. هن عمر به جا
ڪيو جو ڦوڳ کي ٻاڻ سان وٺي ملير ڏانهن نڪتو. ڦوڳ
کيس هدائي ڇڏيو هو ته ڪيئن مارئي مٽ ڪنداسين!
سانجهين جو وقت ٿيندو هو ته ڳوٺ ملير جون جوکريون،
مارئي جون ساهيڙيون، مارئي سان گڏ کوه تي پاڻياٽ جو
پاڻي ڀرڻ ايندي هيون. مارئي ۽ سندس ساهيڙيون اچي
کوه تي "ڪوڏان ڪوڏون" ڪنديون هيون، کوه جي
ڀر ۾ وٽن جو به جهڳٽو هوندو هو. ٿصو ڪوٽاه هڪ ڏينهن
مارئي ۽ ساهيڙيس هميشه وانگر پاڻي ڀڻي پريو ۽ ڪو مرد
ماڻهو نه ويجهو ڪو نه هو ۽ پر مهراڻ ڪو مرهوصرو آٽ

تي آيو هو، سو جهٽ ماري وطن جي ٻنيان ويٺو هو، ۽ وڃڻ وارڻ لاءِ سيڙيل هو. ڪنهن وقت جڏهين ساهيڙيون، ڳالهين ۾ مچو ٿي ويون هيون، تنهن وقت عمر پنهنجو وڃڻ ورتو؛ ڏٺائين ته ٻيو ماڻهو جيٽو به ڪو نه آهي، وري مارئي جي جا شڪل ڏٺي هٿائين، تنهن مڙس کي متوالو ڪري وڌو. هن نڪا ڪئي هر، نڪا ڪئي تر، اهيئين جوءِ مان اوجتو اچي مارئي کي هٿ ڪان جهڪي ڪمرڪان ڪٽي وچي پنهنجي اُٺ تي وهاريائين، ۽ هڪدم ٽپ ڏيئي، اٺ کي اڙي هٽي، زوم منجهان ٻچائي هليو ويو. مارئي ويچاري واڙي ٿي ويئي ته هي ڇا ٿيو! ساهيڙيون به اُتي ئي عبرت ۾ ڄمي رهيون ته هي ڪهڙي زبردستي؛ پر جنهن وقت اُٺ تي مارئي دانهون ڪيون ته منيس:- "هاڃا ڪيو عمر بالله نٽي تو ٻنڌ ۾" تنهن وقت سنڌس سکين ۾ نه ٻاڪر ڪٿو مچي ويو. رڙيون ۽ دانهون ڪيائون، ڪيڪون ۽ واڪا ڪيائون؛ پر جيتري ۾ ڪو اوهي واهي ٿئي، تيتري ۾ عمر ڳچ ٻنڌ ڪڍي ويو. ماروئڙا ويچارا هيءَ خبر ۽ واڪا ٻڌي آخر آيا؛ ٻڌائون ڏٺائون ته مارئي ملير مان ڪاڇي ويئي. مارو ذات جا ماڻهو اخلاق جي ڳالهين ۾ اهڙا سخت هوندا هٿا، جو هنن لاءِ هي واقعو ڳري ۾ ڳري مصيبت جو هو! اول ۾ هنن ۾ ڪاڄهه شڪ نه ٻيو. ڦوڳ قتل

منهنجون ڪنهن ريت هل اُتاريو ته مارئيءَ جي اکيرئي ڪا عمر سان رت رتيل هئي، سو مارئي پاڻيهي ساڻس پنهنجي وٺي آهي. هن ڳالهه ويچارڻ مائٽن ۽ ماروئڙن ۾ نهايت مايوسي ۽ درد پيدا ڪيو ۽ چوڻ لڳا!

مُ سپني مارئي، مُئي م جائي
جنهين اچي عمرڪوٽ ۾ لوئي لاهائي.

پر تن هين ۾ دل ۾ سمجهيائون هئي ته مارئي، جنهن جهڙي سيلوان سٽي ڪا ورلي ٿي، تنهن ڪيئن اهو ڪم ڪيو هوندو! هنن سمجهيو ته عمر سومري هيءُ زور پنهنجو هلايو آهي. مارئيءَ جي هڪ هڪڙي ساهيڙيءَ جيئن ته اِئين قيام ڪين هوندو جو مارئي جاطي واطي اهو ڪم ڪيو هوندو:

جنهن سَٽيءَ سَت نه ڇڏيو، سا مارئي مَرُجائي
اِنهي عمرڪوٽ ۾، لاڄ نه لاهائي.

هوڏانهن مارئيءَ کي ڪاهيندو عمر سومرو عمرڪوٽ جي شهر ۾ اچي پهتو ۽ مارئيءَ کي پنهنجي محلات ۾ وٺي آيو. مارئي ويچاري سنجهي وات جيءَ ۾ جهنجهندي آئي. پيٽي زارون زار روئي ۽ پر بيوس هئي، زبردست جي وس هئي. پيءُ ۽ ماءُ، ڀيڻ ۽ ماءُ کانسواءِ حال ته چارو ڪو نه هوس.

---

سپني پيدا ٿي ۽ نپني ۽ پالجي وڏي ٿي،

# مارئيءَ جي آزمائش

عمر مغرور ۽ سخت سومرو هو، پر ويل ڪونه هو. هن سمجهيو ته آءٌ راجا ماڻهو، مون جي هيءَ غريبن جي ڇوڪري آندي ۽ پاڻوت وهاري ته پس پيش مائٽس پڻ خوش ٿيندا، ۽ هيءَ غريب ڇوڪر مسڪين ڳوٺاڻن جي ڌيءَ اول ڪٿي ڇرڪندي ڦرڪندي، بلڪ روئندي رڙندي؛ پر پوءِ جڏهن وقت مٿهنجي محلات ۾ آئي ۽ پٽ پٽيهر ۽ مال متاع ڏٺائين، تڏهن وقت دل هر ڪاڄي ويندي ۽ هوءَ مٿهنجي ٿي وهندي. پر عمر ڪٿ پوري ڪانه ڪئي هئي. مارو مارئيءَ جا مائٽ غريب هئا، ته به "ڳڻن جا ڳهير" هئا، نهايت ڳڻوان هئا، ۽ هيءَ مارئي بلڪل غير رواجي نينگر هئي! عمر آڻي کيس محلات ۾ متي ماڙيءَ تي وهاريو. جڏهن ڪوئي ۾ اچي وهاريائينس، تڏهن ڪوٺيءَ ۾ جا جلوو هو، جا روشني هئي، جا سونهن هئي! پر هيءَ مارئي ويچاري جڏهن وقت کان اڳ تي ڪاڄي آئي هئي، تڏهن وقت کان ماندي رهي. هن اکيون کڻي ڪين نهاريو ته ڪهڙو محلات آهي ۽ ڪهڙو راڄا عمر جو ڏيڍ پو آهي. عمر چيس اي مارئي، آءٌ تنهنجي سڪ جي ڇڪ ۾ ٻڌ جي، توتي موهت ٿي، تنهنجي نالي تي اکين ڇڪن ٿي، توکي هتي وٺي آيو آهيان؛ ويٺي

هيڏانهن جو تنهنجي صورت ڏٺي اٿم سو آءٌ ته توتي مست ٿي پيو آهيان. اي مارئي، جيتوڻيڪ آءٌ باڪمال تو لاءِ ماندو آهيان، ته به منهنجي خواهش نه آهي ته ڪا آءٌ توکي زبردستي هلايان؛ پر تون ڏس، آءٌ راڄا عمرڪوٽ جو، مون وٽ مال متاع جي ڪمي آهي ڪا نه، تون ڇڏ غم کي، مون وٽ ٿي ويهه. مارئي کي چيائين ته ڏس هي محلات خاص تو لاءِ آهي، هي باغ باغيچا سڀ تو لاءِ آهن؛ هاڻ تون مون سان ٿي ويهه. هاڻ مارئي، ڇڏ تون روئڻ؛ راڙو؛ تون هاڻ مون وٽ منهنجي ٿي ويهه.

مارئي جڏهن ڏٺو ته هي عمر راڻو مون کي وٺي زبردستي سان آيو آهي، پر تڏهين به جاهه ڪرڻ وارو ڪونه آهي، تنهن ڪري مارئي جيتوڻيڪ غم ۾ پر هئي، ته به ڪاجهه ڊپ گهٽ ٿيس. ڊپ ڪو بيو ڪونه هوس، ائين هئي نينگر بهادر هئي؛ پر ڊپ رڳو پنهنجي سيل جو هوس ته آءٌ اڪيلي بيوس، ڪٿي ”ٻرور ٻنِ رهائيين!“ مارئي جڏهن ماڙيءَ ۾ آئي، تڏهن ڪٿ تي ٻه پير ڪين رکيائين، ٻٽ ۾ ئي ويٺي رهي. عمر ڇيس ترڪت تي ته ڀلا ويهه؛ تڏهين ٿي مارئي جواب: ڙي عمر راڄا، منهنجي ماڻهن ماٿن جا ٻڪا آهن ٻڪن تي، آءٌ ڪيئن

ٻن = ٻٽ، پردو، امن.

تنهنجي ڪٽ تي وهان. منهنجو مٺڙو ٿيو ڪيئن سين سان،
آءٌ ڪٽ تي وهنديس ته اُن سان وهنديس، باقي ٻئي
ڪنهنجي ڪٽ تي مونکي وهڻو ئي ڪونه آهي:

” جتي آبَ اَگوندريا، پاڻي متي پَٽَ
آءٌ ڪيئن اُن ري، سومرا ڪلي چڙهان ڪَٽَ.“

عمر جنهن جي دل ۾ ڪام جي مستي هئي، تنهن پانيو ته هيءَ نينگر رڳو ٻاهرين زبان تي هلائي، سو ساڻس هلڪو تي چرچا ڪرڻ لڳو، ۽ هنکي چوڻ لڳو ته اي مارئي، ڇڏ هاڻي اهي ٻاتيون؛ هاڻ اچ، اچي مونوت ويهه. مارئيءَ انهيءَ تي ڇرڪ ماريو، ۽ او ڇتو هنجي اکين مان آب وهڻ لڳو. هن سمجهيو ته هن عمر جي من ۾ ڪو شيطان آهي، ۽ هو هاڻ منهنجو ستر تو مونکان ڇڏائڻ گهري، سو هن جي دل مان درد جي دانهن نڪري ويئي، ۽ هوءَ عمر کي چوڻ لڳي:

” جٺين لوڻ لڳن لائيين، جيري جيري جَمُ
مون ڪُڙاڳي نه ڪيو، اهڙو ڪوجهو ڪَمُ
ڄان ڄان دعويٰ دَمُ، تان تان ٻرت ٻنوهار سين.“

اڙي عمر، هي ڪهڙا ٿو ڪڏا وڄن مونکي جوهن! هڪڙو ته منهنجي ڄان ۾ قوت ڪي ٻيا آهن، ٻيو تنهنجا

---

آگوندريا = گهٽا. ڪر = ڪتنب.

لفظ انهن لفظن کي چيري چيري منهنجهن لوڻ ٽا وجهن. اڙي عمر، متان، ڪا اهڙي ڳالهه ڪئي اٿيئي:

”سيل پنهنجي جي سومرا، مونکي مَت مِ آڇج مير
گهٽين ٿورين ڏيهاڙين، ويندي ٻس هٿ حمير
ماڻهن منهنجو مليرَ، ڪنڌ متانهون نه ڪٽان.“

مارئي جا هي دل منهنجهان ڪهڪاءَ جا لفظ ٻڌي سومري عمر جي مستي گهٽ ٿي؛ جو تهِ اهڙو ڪين هو، جو شيطاني جاهيہ ڪريئي ها. هن نينگر جا لفظ ٻڌي وائڙو ٿيو ته ڪيئن هيءَ ڳوٺاڻي نينگر، ڪٿ هن جو هيڏو عجيب خيال؛ سو چا ڪيائين جو مارئي کي ڇڏي هليو ويو. محلات جي ماڙيءَ کي ڪلف ڏيئي ڇڏيائين ۽ هيٺ پهرو رکيائين؛ ۽ هي پار ويو هليو محلات جي ٻئي پاسي ۾. مارئي شڪرانو ڏنئي جو پنهنجاءَ آندو. عمر هن کي ماني موڪلي، پر پنهنجا کائڻ پيئڻ جي مارئي پنهنجي رهي.

عمر کي ساري رات ننڊ ڪين آئي، جو مارئي سان سچ پچ نينهن لڳي ويو هوس. هوڏانهن مارئي کي به ننڊ ڪا نه آئي، جو منهنجي سوري محبت ڪيت سين سان هئي، سڄي رات روچ ۾ گذاريائين. صبح

---

مت = صلاح. ماڻهن = متان.

ٽيو تہ عمر ماڙيءَ تي مارئيءَ وٽ آيو. مارئيءَ جي شڪل ڏسي ڏاڍو ڏڪر ٿيس، ڏنائين تہ مٿس ئي سڪي ويو اٿس. پر ھراجي چيائينس تہ اي مارئي، مون کي معاف ڪجہ، جو مون تو سان ڪا بہ رات اڳريون ڳالھيون ڪيون. پڻ مارئي، منھنجي جيءَ ۾ تنھنجي محبت جون موجون لڳي ويون آھن، مونکي تو ڏانھن ڪا بہ بري نيت ڪانہ آھي، آءٌ توکي سچيءَ دل سان ٿو چوان تہ تون منھنجي پرتيل راڻي ٿي ويھہ؛ ھي سڀ راج ڀاڳ، ھي سڀ پٽيھر تنھنجا آھن. تون لاھہ اھا کٿي، پاءِ تون ھي پٽ پٽيھر؛ ڏسجہ تہ توکي اھي ڪيئن ٿا سونھن.
تڏھين ٿي مارئي عمر کي جواب ڏئي:-

(١) پٽولا پٽوھاريون، موُر نہ مٽي ڪن
جي لاکہ رَتائون، لوئيون تہ شالڻان سُھن
أن ايلاچيون، اڳريءَ، پخمل پاٽن
سکر پانيان سومرا، ڪَٿي کان کُھنبن
جا ڏنيم ڏاڏاڻن، سا لاھيندي لڄ مران.

---

پٽولا = پٽ پٽيھر. پٽوھاريون = پٽوھارن جون زالون.
ايلاچيون = ريشم جي ڪپڙي کان. اڳري = وڏيڪ.
سکر = بھتر.

(٢) اَرمق هَڏِ نہ اوڍيان، پٽولا پٽ

(٣) ھاندڙا ھِنِ ڏيان، اَرغچہ ۽ عبير

تنھن تي عمر چيس تہ ھلا جي پٽ پٽيھر نٿي پھرين تہ من اڇا ڪپڙا اُٿي ڪرين، ھي ميرا تي ويا آھيئي. تڏھين تي مارئي چويس:-

” عمرا اڇا ڪپڙا، ڪاٽيا ريون ڪيئن ڪن

جنھين جا ٿرن ۾، وَرَتا ويڙ سھن،

ھوءِ جي حق ھٿن، سي ڪيئن ستيون سومرا.“

عمر، تو مونکي پنھنجي مگينديءَ کان، ڌار ڪري ھِتِ وٺي آيو آھين، سو آءٌ ڪاٽياري ٿيس، ھتِ منھنجي ورڪي طعنا ھيا لڳن تہ تنھنجي مگر ھيئن ھاچائي ويا، سو آءٌ ڪيئن ويھي ميرا لاھي اڇا اوڍيان! تڏھين عمر چوڻ لڳس اي مارئي، ڏس ڪو تنھنجي ھنيان مارو ڪي آيا ھہ آھن ۽ جيڪڏھين توسان ڪو ايترو ڪيٽ سين جو پيارھنجي ھا تہ ھن کان اڳہ تو وٽ اچي ڪڙو ٿئي ھا، تنھنڪري

” جي مُلِ نہ آيا مارئي، تنھين رَڙُمَ رو.“

---

اَرمق = ريشم جو ڪپڙو. ھاندڙا = رنگيل جنيون. اَرغچہ = عمدو ڪپڙو. عبير = عنبيري رنگ جو ڪپڙو. ويڙ = طعنا، مھڻا. مل = اڳيان، وٽ.

مارئي ويچاري ڪهڙو جواب ڏئي! هنڪي کهڙي خبر ته قتل ڦوڳهه ڪو ڪوڙا هل سندس نسبت ڪٽي هلايا آهن! سا تي جواب ڏنئيس:-

”عمر آئين اوچتو، پکي ۾ پيهي
سيڙ پسي سومرو، ڏکي ويا ڏيهي
نچا ٽا کيهي، ڪند ويڙهو هارئين.“

عمر، تون اوچتو ملير جي پکن ۾ گهڙي آئين، توکي زبردست ڏسي مارو ڏکي ويا ته الائي هي کهڙي ڪريت پنوهارين سان ڪندو! عمر، توکي ڏسي آ؟ ه ڄجي ٿي وڃان:

عمر آئين اوچتو، کهڙيءَ هاڄ حمير
تو ڏٺي مون ٻڏ ٿي، سنڪو منجهه سرير

تنهن تي عمر وري مارئي کي پرڀائڻ لڳو ته جڏهين تو ائين مارئڙن ماڻهو ڪونه موڪليو آهي، تڏهين هاڻ مون وٽ ويهي رهه. هي هيرا، جواهر ۽ سون، ربو سڀ تنهنجي مالڪيت آهن. تڏهين تي مارئي جواب ڏنئيس:

(۱) سون برابر سگهڙا، مارو سدا مون
پنو لا پنوهار کي، عمر آڄ مٽون

---

سنڪو = گهٽتي، ڊپ.

وَرُلوئيءَ جي لَوُن، ڏاڏاڻين ڏنيم جا.

(۲) مون ماروئڙن سين لڏيون، لوئيءَ ۾ لائون
سون برابر سڳڙا، مون پانهن پڏائون.

اي عمر راجا، مونکي پانهن ۾ منهنجي پيارے ماروئڙن سين سڳڙا پڏا، سو آءٌ توسان ڪيئن هاڻي شادي ڪريان!

"اِئي نه مارن ريت، جيئن سيڻ مَٽائين سون تي!
اچي عمرڪوٽ ۾ ڪنديس ڪين ڪُريت
پَکن جي پريت، ماڙيءَ سين نه مَٽيان."

اي سومرا، تنهنجا سونا ڪنگڻ مونکي قبول ڪونه آهن؛ اسين ماروئڙيون ڪچ جا ڪوڙا جوڙا پايون، اُهي اسان لاءِ سُهڻا ۽ وڻندڙ آهن. پين ڪي اهي پائيندي پل لڄ ٿئي، پر اسان لاءِ اهي مرڪ آهن:

(۱) جِن ڪَرائُن ڪَچ جا، وَرُ ساهيڙيون سي
پَکن ساڻ نه ڏيڙيان، هَٿَ هِتيجا هي

(۲) ڪَرائن ڪَچ جا، جوڙا ڪوڙا جِن
سو مَرڪُ ماروئڙن، جِئان لوڪ لڄ ٿئي.

---

لوُن = ڌاڳو، تند. ڪُريت = ڀي رسمي، بد رسمي.
ڪچ جا = ڪاٺ يا شيشي جا زيور. مرڪ = فخر
جي ڳالهه، دستور. جِئان = جنهنڪري.

آخر عمر جڏهن ڏلو ته هيءَ نينگر هٿ اچڻ جي نه آهي ۽ ان تي زور هلائڻ به نه گهرجي، تڏهن عمر جيئن ته ائين ماروئي، منهنجي سڪ تو سان سچي آهي. ماڻ پاڻ هن مهنا تون هت محلات ۾ رهه، تنهن وچ جيڪڏهن تنهنجن مائٽن مان تو کي ڪو جدائي ويو نه پوءِ ڏهيو، نه ته پاڻ مهنن کان پوءِ تون مونسان شادي ڪجانءِ. جون تا ته ماروئي اها ڳالهه قبول ڪئي. عمر وٽس پوءِ ڪڏهن ڪڏهن ايندو هيو هو، پر ڪا به زبردستي نه هلايائين.

## ماروئيءَ جو رودن

هيءَ ويچاري ماروئي پاڻ کي قيد ۾ سمجهڻ لڳي. ماروئڙن وٽان ڪو به سنيهو ڪو نه آيو، ڪو به اوٺي پيغام آڻ تي چڙهي ڪو نه آيو. ماروئيءَ کي انهيءَ ڳالهه گهڻو ڏک ۾ وجهي ڇڏيو، ته شايد منهنجي سٽ ۾ منهنجي مائٽن ۽ ڪيئن سين کي ڪو شڪ پيو تو ڏسجي، نه ته جيڪر ڏينهن مون کي ڇڏين ڇڏين. هڪڙو ته آءٌ قيد ۾ ويٺي آهيان، پيو مون کي مارو داداري ڪا نه موڪلي:

جي ڪَرَلڏائون، ته هنديءَ هَنڌُ نه سارهو
ماروئڙن آئون، جيڪس ويس وسري!

---

ڪر=ڪلي=سنڀال، آئون=آءٌ، جيڪس=شايد.

مارئي اِهي ڏک ۽ محلات کي سخت قيد ڀانئڻ لڳي، ۽ سمجهڻ لڳي ته مونکي زنجيرون، هٿن ۾ هٿ ڪڙيون ۽ پيرن ۾ بيڪڙا پاتا ويا آهن:

”ڳچيءَ ڳانا لوهه جا، زيريون ۽ زنجير
بيڪڙا پيرن ۾ ، ڪوٺين اندر ڪير.“

پوءِ درد جون دانهون ڪرڻ لڳي:

(١) قسمت قيد قوي، نا ته ڪير اچي هِن ڪوٽ ۾
لکيئي آئي لوح جي، هند ڏيکاريم هي

(٢) قسمت قيد ڪياس، نه ته ڪير اچي هن ڪوٽ ۾
مارُن کي ملنديس، ڪوٺيون جيڏي ڪڏهين؟

جڏهين ويا ڏينهن نبرندا، تڏهين ويئي مارئي ماندي ٿيندي ته مونوٽ اباڻن ۽ محبوبن جو ڪو به سنيهو ڪو نه آيو:

(١) نڪو ايُر نه ايرُ، نڪو اوٺي آئيو
مونوٽ آئيو ڪو نڪو، پائرڻو ن پري پير
ڪٿا ٻتون ڪير، آئي ڏيندم آنجون.

---

زيريون = زيرڪڙيون، بيڪڙا = پيرڪڙيون. ڪير = ڪيريون، ڪلا. قوي = سخت. لوح = قسمت جي پٽي. اير ايُر = اچڻ وارو ۽ پيري ڪرڻ وارو؛ سنڀال ڪرڻ وارو. ڪٿا ٻتون جنهون، خط

(٢) نہ خبر نہ خواب، نکو اوٺي آئيو
ھُتيائجو ھِتِ ڪنھين، ڏنو ڪو نہ جواب.

نهايت اندر ۾ ايذاءُ ٿيس تہ آءٌ ويني ھريتم لاءِ واھيون واھيان ۽ گوڙھا ڳاڙيان، پرھنديءَ وٽان ڪو ھڪڙو ڪو نہ آيو. ھڪ ڏينھن بلڪل ھرہ ۾ اچي، واڪو ڪري الله کي عرض ڪيائين:

(١) الله اوٺي آڻئين، جي نيا پا نيڻ
آءٌ اُنھن جي آھيان، ٽوٽي مون نہ ملن
مَس منھنجي ھٿ ۾، ڪاغذ کي آڻين
لڙڪ نہ لکڻ ڏينِ، ڪِريو پون قلم تي!

(٢) ڪيم مُھاڙ مليرڏي، متي ڪوٽ چڙھي
نِتُ نھاري ڏيھ ڏي، گوڙھا پيم ڳڙي
نِڱي ڪوڪ قلب مان، منھجھان روح رڙي
ويڙھيائچن وَري، ڪَرنہ لڏي ڪڏھين.

جا نہ ھن مارئي جي من ۾ وطن جي حب ھئي. شاہ صاحب ھن مارئي جي سر ۾ بلڪل وطن جي محبت جا باب کوليا آھن:

”وطن رئي ويھي، جي مون گھاريا ڏينھڙا
مارو ڏينھ م ميھڻا، ڏاڏا ڏا ڏيھي
تَکن ۾ ٻيھي، محلن جي مُرَ لاھيان.“

اڙي اُهو ڏينهن ڪهڙو ايندو جو آءٌ وطن وينديس ۽ پنهنجي پکن ۽ جهوپڙين ۾ وڃي هنن ڪوٽن ۽ محلاتن جي مَل لاهينديس: ”واجهائي وطن کي ساري ڏيان ساهه.“

”سنڌيءَ جا ساٽيهَ، ڪِهَ ڪشوري پانيان“

ٿورن ڏينهن بعد عمر مارئيءَ کي وري ڏسڻ آيو؛ پر ڇا اچي ڏسي، ته مارئي بلڪل سُڪي ويئي آهي. مارئيءَ جا وار جي ههڙا موهيندڙ هئا، سي بلڪل ميرا ٿي ويا آهن!

(۱) ميندا ڌوءِ نه مارئي، پيس پنوهاريون چِتِ
راجَ رُئاڙي هنجون هاري، هيءَ هتيءَ جي هِتِ
آهِس پائُرَ پارَ جو، کِاجهڻُ ۽ کَپَتِ
وينگسِ ويڙهيچن ري، مَسَ سُٺي ڪا مَتِ

(۲) ميندا ڌوءِ نه مارئي، آهِس مَنِ مليرُ
ڪيڏي ته ڪاڻ لهي، هتان هيءَ حمير
ڪاڻُ پِئين کير، جي امانت آءٌ وڃي.

(۳) ميندا ڌوءِ نه مارئي، ٿيس ڪُڙاون ڳاهُ

---

ميندا = وار. چِت = ۾، ياد. پائُر، پانڌُر = ٿر ۾ هڪ مڪان. کاجهڻ ۽ کپت = خفو ۽ رنج. وينگس = سهٽي جو ڪري. ڪُڙاون = پيٽ جو. ڳاهه = (گهڻ ماڻ) بيماري، ڦٽ.

ڪين ڪٽنديس ڪوٽ ۾، پانڌُري پساهه
سرتيون ڏيان ساهه، جيڪر ملان نه مارُئين.
(۴) محلين ماندي مارئي، ڏنيم مُنهن مَٺور
آٺيا سَٺيا نه ڪري، سونهن وڃايس سورِ
پيسِ لوهه لطيف چئي، لٿس ڪوڏ ڪپور
جِت جن جا چوُرَ، سي مَکي مَرُڪ نه ڪنديون.

جا مارئيءَ جي سونهن هئي، پر هيئنر ڪهڙو حال ٿيس! لال ڦول ڳل، سي سڪي ويس. عمر چيس ته اي مارئي، تنهنجو ڪهڙو حال ٿيو آهي! ڪهڙي نه تنهنجي سونهن هئي! ڪهڙي درد تنهنجي سونهن کي سڪائي ڇڏيو آهي؟

اي سومرا، هڪڙي ته منهنجي سونهن انهيءَ ڪري ويئي آهي جو تو مونکي هن بند ۾ ڪري هنيو آهي ۽ ٻيو ڏانهن منهنجي ڳوٺ ۾ منهنجا ماروئڙا ۽ ماروئڙيون مونکي ڏونگها ڏوراپا پيئون ڏين، ته مارئي ٻاٽيهي دل ڪري عمر سان لاڳي ويئي:

"سونهن وڃايم سومرا، مارو مَنهجينِ
ڏونگها ڏاڍي ٻولئين، ڪِنِ ڏنا کي ڏينِ."

---

آٺيا = آٺيا وار. لوهه = لوهه جا زنجير. ڪوڏ = خوشي. ڪپور = ڪافور، سرهاڻيون. ڏونگها = طعنا، مهڻا، عيب.

اڙي افسوس! منهنجون ساهيڙيون ماروئڙيون هيٺ، تيون مونکي ڏوهي سمجهن:

"مونسين ماروئڙيون، ڪهڙيءَ ريت رُسنديون

جوڙيءَ ۾ جيڙهه پيو، پيئن رت جيون

نيٺن ننڊ وِهُ ٿي، ساري سا ڏويون

هٿي جي هيون، ته رُسنديون پين سيل جون."

اهي ڳالهيون ڪندي مارئيءَ جي اکين مان، آب آجهل وهڻ لڳو: "اکيون نڪ آريج ري تمام تيئي." عمر تڏهين جوڙ لڳس "اي مارئي، ڀلا منهن ته ڪٽي ڏيو، تنهنجو منهن ميرو ٿي ويو آهي." تڏهين ٿي مارئي چويس:

(١) سونهن وڃايم سومرا، سڪر جهڙي سونهن

دل ۾ ڏکي ڏونهن، منهنجو منهن ميرو ڪيو.

(٢) سونهن وڃايم سومرا، عمر ٿيس اسير.

(٣) سونهن وڃايم سومرا، ڪوٺيئين اچي ڪاله

ڪين پسنديس پال، حسن مون هٿ ويو.

اي سومرا، منهنجي دل ۾ جو ڏک جو دونهو آهي،

---

جيڙهه = گندگي، مٽي. جيون = سنهڙيون جون. ساڏيون = جارجي قسم جاوڻ. اريج = ريگستان. سڪر جهڙي = سنڌي قسم جي. اسير = قيدي. پال = ڀلايون، مهربانيون مروتون.

تنهن منهنجو منهن ميرو ڪري ڇڏيو آهي؛ مون اندر ناهه آرام: "منهن منهنجو سومرا، مُر ميروئي هوءِ
مٿان ماروجوءِ، تر ڏرتوءِ ڏوراٽڻ ۾.

عمر تنهن تي جيئن ته پلا ماريءَ، ڀڙا سيءَ پيا پون، تون ڪو اوڇڻ اهڙو ته مٿان وجهه جو سيءُ لهي وڃي. آلائي ڪيئن رڳو هنن جي ڪٽي ٿي مٿان وجهين ۽ نه ڪڇين پيو! سيءُ ۾ من هي سوڙ ڪٽي وجهين. تڏهين ٿي ماريءَ چوي ته منهنجو ور ڏکن ۾ جا سيءَ پيو سهي، آءٌ ڪيئن تنهنجون سوڙيون وجهان؟

(۱) آءٌ ڪيئن سوڙئين سمهان، مون ور گهاري ولهه
ڪٽيڙئي تان ڪل، عمر ڪڇ م اهڙي.

(۲) آءٌ ڪيئن سوڙئين سمهان، مون ور گهاري ڇڄ
ور آباڻن سين اَڄ، ڪُهه شربت تنهنجو سومرا.

عمر کي ماريءَ جو ستر ۽ عهد و پريم ڏسي حيرت لڳي ۽ سو ٿو ڪانئس پڇي ته ڙي ماريءَ، تو مارو ۾ ڏٺو ڇا آهي؟ غريب گوناٽا، جن جا ميرا منهن، جن ۾ ڪجهه به نه آهي سونهن؛ تون هي حيرت جا خزانا ۽ موجون ڇڏي وڃني پاڻ انهن لاءِ ڳارين! تڏهين ٿي ماريءَ عمر کي چوي:
"ڪانڌ نه ڪنديس ڪو پيو، ڪٽيڙوئي خوب

---

ڏوراٽڻ = محلاتن، بنگلن. ولهه = ڪليل هوا، سردي، ٿڌ.

ميروئي محبوب، آسان مارو من ۾."

اي عمر، منهنجو ڪيت سين توکي ٿو ميرو ڏسڻ ۾ اچي، پر منهنجو ته محبوب آهي. اسين مارو ڙيون دل لڳائي، ٻوءِ ڪو نه بيوفا ٿينديون آهيون. اِئين نه سمجھه ته ڪو مون ٿلهي سڳي سان نيڻهن ماروءَ جي دل سان سبيو آهي؛ منهنجو نيڻهن سنهي سڳي سان سڄو سبيل آهي:

(١) سنهي سڳي سُبيو، مون ماروءَ سين ساهه
ويٺي ساريان سومرا، ڳولاڙا ۽ ڳاهه
هِنئون منهنجو هِتِ ٿيو، هِتِ مِٺي ۽ ماهه
پکن منجھه پساهه، قالب آهي ڪوٽ ۾.

(٢) سنهي سڳي سبيو، مون ماروءَ سين من
هَٺي ڪَرَڻ حِلم جا، تهَ وڌائون تَن.

اي عمر، مونکي پنهنجو جهنگل سو دفعا ٿو تنهنجي عمرڪوٽ کان وڻي، مونکي پنهنجا جهڙ ۽ پسيون تنهنجي پلاون کان وڌيڪ پسند آهن، مونکي پنهنجي لوئي تنهنجي پٽ پٽيهرن کان وڌيڪ ٿي وڻي. اسين مارو ڪيڏا نه غريب آهيون، تنهنجي نظر ۾ ڪيڏا نه ننگا آهيون، ته به اسين پنهنجي غريبيءَ کي وڏي مالڪيت ٿا ڀانيون:

---

[illegible] ساهه، قالب=بدن. ڪرڻ=[illegible] تو [illegible] حلم=صبر [illegible]

(١) ننڍا آهيون نِڪتا، اسين مارو لوڪ
تَرَڪي پاڻيون توڪ، جو ڏَڪَ ڏا ٽيڙ ناهجي.

(٢) ڪوءِ آسون عمرڪوٽ جون، وَرُ جهنگل ۾ جهڙُبي
جو آباطن آڏيو، گُٽن سين گڙُبي
ويندڌيس ويڙهياڇن ڏي، لوهه پاڇي اڙُبي
چيز آءٌ جڙُبي، سڪ لاهيندڌيس سومرا.

(٣) آءٌ ڪيئن ڇڏيان سومرا، تن ٻنوهارن ٻچار
جَرُ جنهين جي جان ۾، لڳي رڳ لُهار
مياڃون محبت سندڍيون، هينڍڙي منجهه هزار
ٻڪاءِ ٻنوهار، ڏلي مون ڏيندهن ٿيا.

(٤) عمر آندي مارئي، منجهان جهنگ جهَڻي
هئي ٻياڪ ٻالن جي، واقف ناهه وتي
جا ملڪ مار روءِ جام، سا ڪيئن هتِ ڪتي
جڙُبا جهانگيڙن جا، مارُئي ڪين مَتي
سومرا سَتي، تنهن اسيتڙي وجهه م سنگهرين.

عمر ڪيترائي دليل هلايا، ۽ ڪتوڪون. پاڻ وٽ جي

---

نڪتا = نڪتا، نيا گيا. توڪ = جڳي شيءِ. جڙُبي = جهوهڙئي ۾. گڙُبي = مضبوط ڪري. اڙُبي = موڙي. ٻيالا = لڪڙ جا ٻيالا يا جهنڊيون. وتو = پتل يا ڪمن جو ڪٽورو. سنگهرين = زنجيرن ۾.

وري محلات ۾ رهيو ۽ مارئي مارُن منجهه ساڳئي ۾ حالت ۾ رهي پيئي. واجهائي ته ڪٿي ڪو ڳوٺ جو پيغام اچي. مارُن تي ڏرڙيءَ منجهان اکيون وجهيو ويٺي نهاريندي هئي ته من ڪو نياپو سنيهو اوڏي آڻي!

## اوٺيءَ جو پيغام

اُنهي وقت ۾ مارُوئڙن کي به خبرون رسي ويون هيون ۽ پڪ ٿي هين ته مارئي ڀاڳيهي عمر سان ڪانه ويٺي آهي، پرزورئي ڪاڄي ويٺي آهي، ۽ هينئر پڻ سترو ويٺي گوندر منجهه گذاري. مارُوئڙن کي بلڪل گهٽو ڏکر ٿيو، ۽ مارئيءَ جي دلدار کهيت سيين جو به سڪر قتي پيو ته ڪٿي آءٌ مارئيءَ کي عمر جي بندمان ڇڏايان، تنهن حال في الحال اُت تي ڄاڙهي هڪ پيغامي کي موڪليو ته قاصد، تون وڃي پيغام مارئيءَ کي پهچاءِ ته مارئي، تون ڏکر منجهه نه گهار، تنهنجو مڙيوئي ڪو اسين ٻاو ڪندا سون. ڪنهن نموني اهو پيغام مارئي کي اچي پهتو:

(١) اُڌان اوٺي آئيو، خبر اُنهيءَ ڪري
وسارج م ڊور کي، ٻٽي م منڌ مري
ويندين ۾ اُت ورکي، ڪو ڏينهن آڻين ڪوٽ ۾

---

ڪري = پوري، سڄي.

(٢) ڪو ڏينهن آهيان ڪوٽ ۾، لوئي هڏِ مِلاهه
ڪامڻِ، آنهنجي ڪُرَ جي، اچ آڏِ وَڏائي آهه.

مارئي پيغامي کان پڇيو ته ڪر خبر اي پانڌي، ڀلي آئين، ڀچهه آئين! اي منهنجي وطن جو نياپو آڻيندڙ. آءٌ توتان گهوري وڃان!

”آءٌ ته اکيئين اُگهان، جي پائرِ ڏِنَءِ پيرَ.“

ادا، مونکي سڻاءِ ته منهنجون سرتيون ڪيئن هيون، منهنجو مارو ڪيئن هو، منهنجا ماروئڙا ڪيئن هئا، ۽ منهنجي ملير ڪيئن هئي؟ اڙي پانڌي، منهنجي چت ۾ جهڙيون تيون ساهيڙين جون، يادگيريون پون، تهڙيون ٿا منهنجي بدن ۾ قيد جا ڪهڪاءُ پون ۽ پوءِ مونکي سڀ زنجير ۽ بند ٿا معلوم ٿين:

”سا ڏوهيون ۽ سرتيون، هيئنڙين منجهه هُرن
هڪ لڳين لوهَ جُرن، اي وِڄهل ويڙهيچن جي.“

اي پانڌي پيغامي، مون کي سڀ ڪجهه وسري ويو آهي، مونکي ڪاڻ پنهنجي ياد ڪونهي. هاڻي تون وڃ ۽ وڃي منهنجي ڳوٺ محبوب کي نياپو ڏي ته مارئي اوهان بنا ماندي آهي. اي اوٺي، وڃ ۽ وڃي منهنجي

---

ڪامڻ = سهڻي نينگر. ڪر = ڪل. آڏ = آدڪان، اصل کان. وڄهل = (وڄهاڻ مان) = ڪپت يا گهٽتي.

ڳوٺين کي ولي آءٌ آڇيا مونکي هن قيد مانِ ڇڏاءِ:

(١) اوني ڳوٺي آڳٽين، ڪو هٿيا جو هِتِ هير
تر ڪِنا جي ڪوٽن جا، تين سُرها سيرَ
آءٌ تر آڪٽين اُگهان، جي ٻائُر ڏِنءَ پيرَ
الله لڳي لطيف چوي، لاءِ مَر تون آويرَ
ڪونٽين ڳهاري ڪيسَ، ماڇيان منجهي مون هينئون.

(٢) پانڌي پرينءَ ٻنوهار کي، جيئن تيئن جهڳيائج
سندا سمگت ڏيهڙا، ور م وساريائج
ڪوئِينِ ڪُٽي آهيان، سِگهي سارَ لهيائج.

(٣) پانڌي پرينءَ ٻنوهار سين، روئي ڪٿائج رهاڻ
جيئن ٿَرِ جون وَٽيون، تيئن آءٌ سورن ساڻ
ڪَنجاهِ ڪا وراڻِ، ڏُکن ڏيلُ ڏَهيون ڪيو.

(٤) پانڌي پرينءَ ٻنوها رڇا، جانِ تون وڃين وَسَ
ساري ڏيج سرتڻين، سَلامَ سهس
آءٌ اوهان جي آهيان، گولي مٿي گَسَ
وڏي ڪريان وَسَ، ايڏي جي اجهڻ جا.

---

هير = هينئڙ. سير = رستا، گهٽيون. ڪنجاه = ڪنجانءِ.
وراڻ = موت. ڏهيون = تندون، چهل 15 ڳا. وس =
وسندڙ ملڪ، ملير.

(٥) ماندي جڏهن پرڏيهه کي، زور مٺي مامانا
پيڪڙا پيرن پر، ڪرائين ڪانا
آن ري آمانا، گهنگهر گهاريان ڏينهڙا.

(٦) ماندي پرڏيهه پنهوار جا، نياپا ني ڪي
ساري ڏيج سرتئين، ياد پونئي جيڪي
وليون وڻ ڦلاريا، ڪِرڙ پَڪا ڪيڪي
سگهر ڪيئن سرتيون، سيئن جيئن سيڪي
زيريون پاڇي جيڪي، مِلان ماروئڙن کي.

ماندي اهي سڀ پيغام مارئڻ سان ڪنيا، مارئيءَ کي دلداريون ڏنيون، ۽ مليرڏانهن رمندو رهيو.

# وطن جي حب

مارئي ڪ مهاڙ مليرڏي ڪري پيئي موندي هئي، پيئي من جا ڪانگ اُڏائيندي هئي، پيئي ڪکَ پن ڪان پرڏيهه جا پيغام پڇندي هئي. مينهوڳيءَ جا ڏينهن آيا، ته پاڻ وڏيڪ وڃهاڻ لڳي. ڏسندي هئي ته ڪکر تا مليرڏي وڃن، ته ڪکرن سان ٻوليون ٻوليندي هئي، ڪنوڻ کنوندي ڏسندي هئي ته ڀڻ ملير کي ياد

---

آمانا = مان ڪا نسواءِ، بي مانا. گهنگهر = ڏکر پرو ڪيئن = ڪائير... زيريون = زلاڇيريون.

ڪندي هئي. ملير کي دعائون به ڪندي هئي، ۽ جنهن مينهن ملير تي وسندو هو، تنهن هنجي اکين مان به ياد گيريءَ پر آب وهندو هو:

(۱) اُتن مينهن گهٽا، تين توڪ ملير ۾
آکيون آب ڀريو، اُنهي ڪُوٺِ ڪٽان
مارُن شال مِڙان، ڪونيون جڏي ڪڏهين.

(۲) جيڪس اُنا مينهن، مُونهان پوءِ ملير ۾،
ڪالهه سانجهي ڏينهن، منهنجي آکڙين اُڪيِريو.

اڙي، مي وڄون منهنجي ملير تي وٺيون، جتي منهنجو مارو آهي! شال ڪو پانڌي وري اچي ته ڪانئس خبرون وٺان:

"آيو ڪير ڏيهان، جنهن ڪَرپڇان خبرون؟
وِڄون اُن ڏَران، رات مارُنءِ تي وَٺيون!"

مطلب ته وڄون سان ڏاڍا ٻول ٻوليا اٿس:

(۱) تنهن ڪِنوڙ تي ڪنواءِ، جا ڏِس ڏاڏاڻن جي
ساريو سانبيڙن کي، رويو رات وِهانءِ.

---

اُتن = وسن. توڪ = ڀڄيون شيون. ڪُوٽ = طرف، پاسو، ڪنڌ.
دِران = طرف کان، وٽان. ڪنواءِ = کنوڻ. ڏس = طرف.
سانبيڙن = سهڻا ليکڻ ڙ، مائٽ، وارث. وهانءِ = وهامي.

(٢) جت پنگا پتون، پيٺيون، تنهن کنوٽ ٿيون کٽون
پائر سپ پسايو، وسي وڄڙين
ماروءَ رڃي مر مرن، الله آسائيون.

(٣) جت پنگا، پيٺيون، تنهن کنوٽ ٿي کنواءِ
سا وڃ پسيو وندران، مون رئندي رات وهاءِ
سيليتن سهاءِ، مارو جو ملير جو.

(٤) پوري کيا پٽن ۾، وڄڙين واڏا ٽا
سور اُنجا سومرا، مونکي آندر اُڏا ٽا
آئي وئڙا اُکري، عمر آبا ٽا
پکر پاپا ٽا، پسان شال پر کنهين.

(٥) وڄڙين ويس کيا، مٿي آئي مُند
اکيون اباٽن ڏي، بس نه ڪرين بُند
هيئن نه ٿيس هُند، جي ڪر لڏائون ڪڏهين.

ٿورا ڏينهن گذريا ته عمر کي به معلوم ٿيو ته کو مڙيوئي نيا پو سنيهو مارئي کي پهتو آهي، سو وٽس وري آيو. ڏسي ته مارئي سا گئي حالت ۾ آهي، نه کلي نه کائي، پر ويٺي گوندر منجهه گذاري. عمر ڏٺو ته هت آئي ويٺي

پيٺيون = جايون، هنڌ، حدون. سيليتن = سيل وارين.
سهاءِ = سهائي، نهي. واڏا ٽا = واڏايون، مها رڪون.
اُڏا ٽا = اُڏيا، پنڌ = پوند، هنڌ = هوند،

آهي ۽ وار ۾ اڳي وانگر ميرا اٿس. اڳي جا ڪٿي لوئي کڻن تي هيس، سا ۾ هيٺئر ليڙن تي ويٺي اٿس، تنهن هوندي به سا ڳي لوئي ڍڪي ويني آهي ۽ هو جي محلات جون پٽن جون پوتيون ۽ چادرون آهن، تن کي مٽ به نه ٿي لائي، گهٽي ۾ گهٽو سٽي ڪئيو ويٺي سيبا ڏئي. لوئي ته ليڙن تي ويٺي هيس، پر ڪنجري، انڌ ريون جولو، به جو ڦاٽي ويو هوس، سو به سٽي سان ويٺي سمي ٿو نگ پري، جي ٿو نگ به ڪيترائي ٿي ويا هئا. پيٺي جوي مالڪ، ننگ رکجان ۽ لوئي جي لڄ رکجان.

(١) سهسين سيبا ڪنجري، لوئي ليڙ ٿيام
آباڻن جي آسري، ڪٿي ڪا نه ڪيام
جا ڏٺ ڍڪيام، تنهنجو پرورش رها ٿيس.

(٢) سهسين سيبا ڪنجري، لوئي لڙون ليڙ
واسي وار نه ويڙهيا ن، مرجڳون رهن جيڙ
مارو ۽ جي مهاڙ ري، مونکي آندر ناه آکير
مهڙ و حال جميل، ولي شال ويڙهي وجان.

---

ڪنجري= جولو. سيبا= ٽوپا. ڪٿي= ڪٺن جو ڪر. ڍٺ= ٽڙ ۾ مڪان جو نالو، ٽڙ، پٽ. واسي= خوشبوء وجهي.

(٣) سهسين سيما ڪڏهجري، ليڙن سين لوئي
مُڙنهن ڏيهان موهن جي، ٻي ڏهڙن تان ڏوئي
جا مارو ڏني سرتي، سا لهان ڪٿن لوئي
عمر آگهوئي، مون من مارو ئڙن ري.

(٤) سهسين سيبا ڪڏهجري، لوئي سين ليڙن
مهڙو حال وٺي ڪري، وڃان منجهه ٿرن
مارو ماڻن جون، ته مٿي اسانئين آسري.

(٥) سڀي سيبا ڏئي، پورڙي نيڻهين نه ڪچيو
ڪٿئي وليون ڪٿيون، سٿي سيوي سي
مٺڻ جونه ڪي، ته لڄائي ٿر جائيون.

مارئي جڏهين پنهنجي مٿو وٺي اچي بهت ڏنا، تڏهين عمر وٽي پريان پڌا، تن عمر جي من تي نهايت اثر ڪيو ۽ سندس دل پرجي آئي. سمجهيائين ته هيءَ نينگر ڪا اصل نسل واري ساڃهه سٺي آهي؛ سو دل ۾ پڇتايون ڏنو خيال آئيس ته پنهنجي مهڙي سيلوان سڌي کي بند ڪرڻ ۾ ڪو آ؟ وڏو گناهه ٿو ڪريان. سو اچي مارئي وٽ ساهون

---

مر = مل = مٿي. ٻي = ٻڻ. ڏهڙ = گودڙيون، رليون.
مان = من. مٺڻ = مٿان. پورڙي = پورڙي يا سادي زال.
ڪچيو = لڪو، ڏٺو. وليون = ڪنارون، سيوي = پرجهيا.

بيٺو ۽ ڪانئس پڇڻ لڳا ته ماروي، هتي ڪيئن آئي. ته ٻڌائين ته عمر ته وٽ
ڪنهن اوڏي توکي تنهنجي ماروئڙن جو ڪو پيغام پهچايو
آهي. ماروئي جيئن ته هائو عمر، مون وٽ اوڏي آيو ۽
اڄي مونکي سنيها ڏنائين :

(١) اڄ پڻ آنديون اوٺئين، ڪِتا ٿون ڪي
ڳالهيون ڳوٺائن جون، سُڻُ تون عمر سي
موڪل ڏي مونکي، ساٽيه جي سيد چوي.

(٢) اُتان اوڏي آيو، ڪَهي مون وٽ ڪالهه
لڱن تان لطيف چئي، لوئي لاهه ڀر لال.

عمر، پرين جا پيغام آيا آهن ته ماروئي، ستر رکج،
لوئي جي لڄ رکج. پڻ ساهيڙين وٽان سنيها آيا اٿم :

”سي ساهيڙيون سارين تو، سيل جنهين جو ساڄه
ماروءَ ري مُ مڃه، شيهو پانئي سون کي.“

اي عمر، انهي ڪري ويٺي هن لوئي پنهنجي
کي سيبا ڏيان ۽ مالڪ کي سوال ڪريان ته هن پاروڙي
جو شل ڀرم رهجي اڄي :

”يرم پاروڙي رهي، جنهن ۾ اَڄي اُن
ته پڻ ويٺي ونڌيان، توڙي پونس ٿن
سرتين سان سمن، آهيم آئين ميڙيڙين.

---

پاروڙي — اُن جو ڪپڙو، ڪِني. ونڌيان — سبان،
ٿن — ٿونگ. سمن — انڌا ۾،

# عمر ڏي ڦٽڪڙسي.

عمر جڏهن هي ڳالهيون ماروئي جون ٻڌيون، تڏهن سندس دل ڀرجي آئي، ۽ بالڪل ڪنهن حيرت ۾ پيو ته مولا، ڪهڙي نه هيءَ ڳوٺاڻي ستي سيلوان تو خلقي آهي، جنهن جي ست ۽ صبر مون کي حيران ڪري ڇڏيو آهي. عمر تڏهن ماروئي کي چيو ته اي ماروئي، مونکي وڏو عجب آهي ته تو پنهنجي وطن ۾ ڇا ڏٺو آهي، جو توکي وطن وسري ئي نٿو. ماروئي ڏٺو ته هن عمر جي دل ڍاڻ پئي آهي، ان ڪري پاڻ اٿلو ڏئي وڏو جذبو سندس اندر ۾ پيدا ٿيو ۽ عمر کي چوڻ لڳي:

اي عمر، ڪهڙيون ٿو مونکان منهنجي وطن جي حب جون ڳالهيون پڇين. وطن جي حب منهنجي دل ۾ ديرو ڪيو آهي. آءٌ توکي ائين ٿي چوان ته اي عمر، مونکي پنهنجي ماڻهن ماروئن وٽ پهچاءِ، پر پهلي جي ماڻهن جيئري نه پهچائين ته ڀلائي ڪري منهنجو مڙهه مٿن ملير موڪلائين:

"مران جي مَين مَنهن، ته نيجاهه مَيتُ ملير ڏي."

(ا) واجهائي وطن کي، ساري ڏيان ساهه

پٽ منهنجو پنڌ ۾، قيد م ڪريجاهه

ٻَرَ ڏيهان ٻاهرينءَ رني، ڏاڍم ڏرڀاڄاه
ٽُڪي مٽي ٿَرَ جي، وِلهيءَ وَسائجاه
ٻويون ٿئي پساه، تر نِڀاجاهِ مُڙهه ملير ڏي.

(٢) واجهائي وطن کي، ساري ساهه ڏيهان
هي سِرُ ساٽيهه سامهون، منهنجو نجھ ميان
مُقا ميياٽي ماروئين، وڃي ٽِرئيان
مُيائي جِيان، جي وڃي مڙهه ملير ڏي.

(٣) واجهائي وطن کي، آءٌ جي هِت مُياس
گورَ منهنجي سومرا، ڪجهه ٻنوهارن پاس
ساري ڏج سرتين، منهنجيان وَلِن واس
مُيائي جِياس، جي وڃي مڙهه ملير ڏي.

عمر هي درد جا آواز ٻڌي ٻاهر ئي ويو، پر آخرين هڪڙو ڀيرو مارئي کي چيائين ته اي مارئي، آءٌ پڻ تنهنجي پريم جي دام ۾ ڦاسي ويو آهيان، اڙي مارئي، جيئن مون نسان قرب رکين، جيئن تون مي پٽ پتيهر پائي منهنجي پٽ رالي ٿي وهين، ته موند آءٌ تنهنجو پريتم ٿي رهان! مارئي، جنهن جي دل ۾

ڏريڄاهه = رڪاڄ، ٻورچ. نڀاهه = موڪلائڻ. مڙهه = لاش. ولهي = ساٿي، مسڪين. گور = قبر.

پڇاڙيءَ ايام ۾ جوت لڳل هئي، انهيءَ جو نتيجو ۾ ڦٽڪو لڳو ۽ وڏي درد منجهان عمر کي جوت لڳي:

(۱) جڏهن ڳنڍيون منجهه ڳنڍيون، تڏهن مون ماروئڙن سين
سي ماروئڙا ٽِرتيا، ڳُڻين جا ڳهير
تنهن رڻ ڪميڙ، گهڻگهر ڳاريان ڏينهڙا.

(۲) سي ڏاريلا ٽرن ۾، جي مان گهٽ گهُري
وطن وَسَ وسندي، هيڪڙي نت هُري
آند رڇٽ جري، ورهه ويڙهيچن جو.

(۳) تورا منجهه ٽرن، مونسين ماروءَ جي ڪيا
عمر اُن ڳڻن، آءٌ ڪيئن لوئي لاهيان؟

(۴) تورا نه تورا، مونئي ماروئڙن جا
پلائي پيرا، ڳٽي ڳٽيان ڪيترا؟

(۵) هڏ نه ڀڙان هيڪڙي توري ٽرجاين
مونکي ماروئڙن، ميري ڪري نه مٽيو.

هيڙي وطن جي حب ۽ هيڙي محبوبائي پريت ڏسي ڪير نه حليم ٿيندو! عمر جي دل ۾ نرمائي پيدا ٿي ۽ هنجي دل ۾ مارئي لاءِ سچو عشق آئيو، جنهن ۾

---

گور = قبر. ڳنڍيون = ڳاهه جو قسم جنهن ۾ ڳنڍيون گهٽيون ٿينديون آهن. ڳٽن = ڳٽن. ڳهير = پريل. مان = منهنجو. گهٽ = دل، اندر. وس = مينهن.

ڪا به خودي ڪا نه هئي ۽ مارئي کي ڇپائين، اني
مارئي، هاڻ منهنجي جڪ توتي ڪا نه آهي، تون پل
گوٺ پنهنجي مارُوئڙن وٽ وڃ. مارئي، مونکي معاف
ڪجو؛ مون کي خبر ڪا نه هئي ته تنهنجي دل ۾ ڪا
ايڏي وفائي آهي. تنهنجي پريم کي شاباس هجي.
مارئي، پدا ۽ تنهنجي دل ۾ ڪهڙي وطن جي حب آهي،
جو تون ملير ملير ڪيو پي خود ٿيو وڃين. انهيءَ يادگيريءَ
۾ تنهنجي لوئي ليڙون ٿي ويئي، تنهنجو ڪنجرو ڦاٽي
ويو، پر تو نئون نه پاتو. ڇا تو انهيءَ لوئيءَ ۾ الڌو آهي؟ ڇا تو
انهن پسين ۽ ڏونرن ۾ ڏٺو آهي؟ مارئي، مونکي به ته ادو
ڏس ڏسِ. مارئي عمر جا هي مٺا ۽ سهڻا لفظ پڌي نهايت
سرهي ٿي، سندس دل شڪر سان پرپور ٿي ويئي ۽
ڏاڍيءَ سڪ سان عمر کي پنهنجي وطن جي پيار جو پتو
ڏنائين. جي عمر پڌ: "منهنجو من واڳيو ويڙهيچن."

(۱) پاهي پاڪي پتڙي، پرينءَ سان پيان
پير نه ڇڏيان پرين جو، جانسين ٿي جيان
ڪيرون ڪنڍيڙن کي، وڃي ڏيهه ڏيان.
(۲) اُن نه مَتيان پَتَ، آ ٿا ڪرڙ ڪپڙ نه متيان

---

واڳيو = نوڙيءَ سان پڌو. پاهي — لسي، ڇهڻ. پاڪي = ڇِڄي.
ڪيرون = واڌايون، مبارڪون.

پيرون جونڊ پنڌ پس پرندڙ سيس، ڪانبو ڪاٽبي وٽ.

(۳) ڪوءِ سي طعام آهنِ جا، وَرُ سا ڏونرن ڏوئي

جهانگي جو جهنگن جو، سيڻ ڪميڻي سوئي.

پڻ عمر بادشاهه، تون پاڻ دانا آهين؛ آءٌ ڳوٺاڻي

آهيان، مونکي عقل ۽ مت ٿوري آهي؛ باقي مون ته وطن

جي حب اِئين سمجهائي آهي.

# وصال

عمر هي ڳالهيون پڌي خوش ٿيو. مارئي کي چيائين

ته تون منهنجي هاڻ ڀيڻ لڳين، آءٌ توکي هميشه لاءِ ياد

ڪندس. ڀيڻ، تون به عمر کي ياد ڪجانءِ. سو عمر چيا

ڪيو، جو ڏاڍي ادب سان تياريون ڪيائين ۽

حفاظت ۽ شان سان مارئي کي ملير ڏياري موڪليائين، ۽

مارئڙن جون ڏلون به ملير جون معاف ڪري ڇڏيائين.

مائٽن کي جڏهن خبر پيئي ته هيئن اسانجي مارئڙي

موٽي آئي آهي، ۽ ڪيئن پنهنجي سيل ۽ ست سان

مارئڙن جو نالو به مٿي ڪيائين، ۽ پڻ ملير اسانجون

ڏلون معاف ڪرايائين، سي ڏاڍا خوش ٿيا. مارئي

کي ته سارو ملير پانئيندو هو، سو هي وڌا را مارئڙا

مڙيئي ڏاڍا خوش ٿيا.

---

ڪانبو = جهولي.

"لٽو لوئڙيارين، گوندر جو غلاف
ميرا لاٿا مارُوئين، سڀ اوڍيائون صاف
مليرُ مڙوئي معاف، عمران انعام ڪيو."

ڏاڍا خوشين جا ميئهن گهر گهر ۾ وسي ويا!

"وٺا ميئهن مليرَ ۾، سڀُ ڏيهه سَوايو
پاڄهرڪي پاڄهه ٿي، لٿو ڏولائو."

جهڙي هنن مارُوئڙن تي رب ڪريم مهر ڪئي، شال آخر سڀني سان اهڙي مهر ٿئي.

"اندر جا آندوه، لٿا ڏکر سک ٿيا."

---

لوئڙيارين = لوئون پهريندڙ. گوندر = ڏک. غلاف = پوش، ڍڪ. سوايو = بهتر.



# سسئي ۽ پنهون

سنڌ جي ٻرن ۽ ٿرن ۾، ڳوٺن ۽ شهرن ۾، ٻنين ۽ جهنگلن ۾، ڳوٺاڻن ۽ شهروارن ۾، غريبن ۽ شاهوڪارن ۾، ننڍن ۽ وڏن ۾ سسئي پنهونءَ جو نالو عام آهي. ننڍڙا ٻار ڪتابن ۾، سروندائي ٻڌارين ۾، ڪافير ۽ ڳائڻا اوطاقن ۽ اوتارن ۾، اوٺي اُٺن تي، ۽ هاري ٻنين ۾ سسئي ۽ پنهونءَ کي ياد ڪيو مٺيون لاتيون ٿا لنون. وات وينديءَ ڏس تہ ڪن تي هٿ ڏيو پيا ڳوٺاڻا ڳائين:

او...... جاني، ٻلو

سسئي کي سورن جي، وڻ وڻ هيٺ ورونهن
واءُ وڃايس ڪپڙا، سڪ وڃايس سونهن

ٻاوڙي ميان...مونجهم جام پنهونءَ، تنهنجي لڪن لوڏي آهيان.

شاه صاحب هن سسئي جي سر ۾ ڪامل عشق جي اُڪير ظاهر ڪئي آهي. سڄي شاه جي رسالي جي پنجين ڀڱي سسئي پنهونءَ جي سڪ ۽ سور جي بيان ۾

---

ورونهن = وندر، خوشي.

آهي. پويان پنجن سرن ڳالھ بابت آهن: سسئي آبري، ديسي، معذوري، ڪوهياري، حسيني ۽ مئڙي سسئي ۽ ٻنهون ۾ جي وڇوڙي جا آهن. شاهه صاحب آڪاڻي اڳين سسئي ٻنهون ۾ جي پالپڻ وغيره جي ڪانه ڏني آهي ۽ پر گهڻو ڪري پنهنجن ئي سرن ۾ سندن وڇوڙو ڳايو آهي، جو ڪلام بلڪل گهائيندڙ آهي، ۽ بلڪل پڪي شاعراڻي ٻولي ۾ آهي. جبل ۽ جهنگل جا بيان بلڪل زوروارا آهن. مون ڪوشش ڪري ٽڪر ٽڪر گڏيا آهن، ته پڙهڻ ۾ سولائي ٿئي: البت هن سر ۾ اندرين روح رهاڻ ۾ عجب واري ٽيل آهي. پر اهي ٽڪر مون آڪاڻي ۾ ڪين مڙهيا آهن، اهي پٺئي ڪتاب ۾ سمجهاڻي سان گڏ ڏيندس.

## سسئيءَ جو جنم

جون ٿا ته سندن ۾ جڏهين راجا دلوراءِ جو راڄ هو، تڏهين هڪڙو برهمڻ هو، جنهنجو نالو هو نائون. نائون، پانهڻ ۽ سندس زال جي ڏاڍي دل هئي ته ڪو اسان کي اولاد ٿئي. رکي رکي نائون پانهڻ جي زال کي حمل ٿيو. گرڀاڻي کي ڏاڍي خوشي ٿي ۽ سو اڳهر ئي ٻنگهو ٻهرائي رکيائين، ته پار جنم ته هندوري ۾ لوڏيندي سانس. ڏهين مهني پار پيدا ٿيو. جائي نياڻي، پر ماڻ پار

پيٽڻي وڃي، جي ٻاڦ ڇائي، سڪيلڌي شال سڀائي سڌوري ٿئيم. ڀاڻيڙ ناٺونءَ کي ٻٽ ڪپهڊو هو؛ پر خير، تڏهين بہ خوش ٿيو تہ نيٺ بہ تہ سخنتان ڇٽي. ناٺون ڀاڻيڙ ويلا پوري ورتي. ڀاڻيڙ جا خيال بلڪل پڪا هندڪا هئا، ۽ نجومت پر وڏيساهہ هوس. ڀاڻ بہ ڇڻي ڪڏي ڇا ٽڪندو هو، سو ويهي گرهہ ويچاريائين. گرهن جو حساب ڪندي ڇا ڏسي تہ مار! ڀاڻيڙ جي هٿن مان ڪئي ڪجهہ ڪري ٻهو. پٽي هٿ ڪٽي نصيب کي هٿيائين! ڏسي تہ مار، هن نينگر جو نصيب تہ ڪو عجيب و غريب آهي، پروڙو انڌيرو اهو لڳو پيو آهي جو هن نينگر جي شادي هڪ مسلمان سان ٿيڻي آهي. ڀانيائين تہ متان گرهہ ويچاريندي ڀليو هجان، سو آيو وڏي نجومي وٽ ۽ ڇيائينس تہ پنڊت جي، ويلا تہ پوري ورتي اٿم، هاڻ اوهين ويچاري ڏسو تہ ڪهڙو ڪرم جو حساب ٿو ناٺونءَ کي ڏيکاري؟ پنڊت وڏي جاچي ڏنو. اُنهي بہ اِئين ڇيو تہ ناٺون، ڳالهہ سچي آهي؛ هن نينگر جي نصيب ۾ سندس لائون مسلمان سان لکيل آهن، هن جي ٻانهن ۾ پيڙو مسلمان، پڌندو. ڀاڻيڙ ويچاري جو هيٺڻون هارجي ويو؛ سو ڪنڌ هيٺ ڪندو آيو گهر. زالس ڀانيو هو تہ اڄ ڇنڻي جو ڏينهن آهي، اڄ منهنجي گهر ۾ جانورن جا ديگڙا چڙهندا ۽ ڪندوڻ ڪيرخوب پيٽ ڀرائيندا، پر ڏٺائين تہ

ڏائون ايندي شرط اونڌو مڃيو ويئي آهي، مڻيون پرگهڙيو
آهي. ٻچيائين ته ٻڌار، ڪريو خبر، جا آهي!
ڏائون اوچنگارون ڏيئي جيو اڙي ويئي،
ڪهڙيون ٿي ڳالهيون ٻچين. ڏي ته سڪي سگهي
جائي، پرندوريءَ جي نصيب ۾ هي داغ لڳل آهي.
پاڻيڻ ڏائون جي پراڻي مٿي ۾ اهوئي خيال نهايت
هيبت جو هو ته مون پراهڻ جي ڏيڻ وجهي مسلمان سان
پرڻجي! ڌار ڪي جيائين، ته اهڙو ٿڪو جي پاڻ ڪٽڻداسون
ته پٽي جهان وڃائيندا سون، ۽ نرڪ ۾ ويندا سون.
هاڻ جيئي پٽي نهي، ڪوباوڪر ته هن نينگريءَ کان آجا
ٿيون. منهنجي ته مرضي آهي ته پٽي ۾ بند ڪري
ڪٽي لوڙهي قتو ڪريون ته وجهي ڪنهن نه ڪنهن
جي ور چڙهندي؛ نه ته ۾ ڪٽيس قسمت. مور ڪه پاڻڻ ڪي
اها ڪل ڪا نه هيٺي ته جي هونءَ گرهن ۽ نجومت جي
اڳڪٿي ثابت نه ٿي ته هيٺن ٿيندي! پر ڏرمي مورڪتائي
جا سنسڪار اهڙا ڳوڙها آهن، جو پاڻڻ پنهنجي جند جي
ٽڪرڻ کي، پنهنجي آندي کي، موت جي منهن ۾
موڪاڻ ڪان ڪين ڳٿو! ويچاري ڏائون جي ڌال جو مڙس
ڪي هيئي ڳالهه ڪندي پئي، تنهن جون ته وايون ئي
واڙيون ٿي ويون، ۽ مڙس کي جوڻ لڳي ته هڙو سهڻو
پارمس مس پرميشور ڏنو اٿون، تنهنکي ڪيئن.. آ؟

پنهنجي جان کان جدا ڪريان! ههڙي جهان ڏيکاڻ جيئن
آيوم کي ڪيئن ٿو تون پاڻيءَ ۾ لوڙهڻ گهرين! ويچاريءَ
جي اکين مان آب ٿي نه بند ٿئي. پر ڌرم جو ڀرم اهڙي
ندوري چيز آهي، جا نرم دل کي به ڪٺور ڪيو ڇڏي!
سچو ڌرم دل کي نرم ۽ رحم ٿو ڪري؛ پر ڪوڙو ڀرم
بيهودا خيال ٿو قائم ڪري. پاڻيڻ ذاتون ٻچڙو ماٺهو
ڪونه هو، پر ڀرم جو ٻڌو هو؛ سو اُن جي اڳيان سندس زال
جو وس ڪين هلي سگهيو. لاچار مسڪين ماءُ کي
پنهنجي ٿڻن ڏان ٻار جدا ڪرڻو پيو. ذاتون ۽ چيس ته پيتيءَ ۾
تون بند ڪرينس، ته آءٌ درياه ۾ وجهي اڇلانس. ماءُ ويچاريءَ
ٻيا ڪيو جو ٻار جي ڪپڙن ۾ ڪي مٺيا به وجهي
ڇڏيائين، ۽ مڙس کي چيائين ته آءٌ ڪين پنهنجين هٿن
سان پنهنجي ٻار کي پيتيءَ ۾ بند ڪنديس. ڦصو ڪوڙاه
ذاتون پنهنجي هٿن سان پيتي لوڙهي وڌي پاڻيءَ ۾. قادر
جي قدرت سان پيتي لڙهندي، اچي ڀنڀور جي شهر
وٽ نڪتي! اهو ڀنڀور جو شهر جون ڏا ته جهمير ۽
جنگشاهيءَ جي وچ ۾ هو. اهو شهر ججيرو هو. هن طرف
ذاتون پاڻيڻ پنهنجو ٻار جاول لوڙيو، ته هن طرف ڀنڀور ۾
هڪ زال ۽ مڙس هئا، جي به ٻار لاءِ ڏاڍا ماندا هئا. گهڻو
وقت شادي ڪئي ٿيو هون، پر مولا کين اولاد ڪونه
ڏنو هو. محمد ڪتي ۽ سندس زال هئي ويچارا ٻار لاءِ آتا

هئا. ڪٿين کي جوندا هئا ٻرت، سو ٻي ٻرت ۽ سندس
پرنيا ڪٽي، هڪ ڏينهن ٽڙتي ويٺا هئا، ۽ ڪبڙا پٽي تي
ڏوڙائون. ٻرت نظر ڪري ته ڏسي ته هڪ ويٺي آهي
جا لڙهندي ويٺي اچي ۽ ڇولن جي ڇڪ ڪيس ڪناري
تي ويٺي آڻي. محمد پاڻي ۾ اندر گهڙي ويٺي ڪڍي
ٻاهر آيو. ٽڙتي اُنهيءَ وقت سواءِ زال مڙس جي ٻيو ماڻهو
جيڪو ڪو نه هو. زال جيو مڙس کي، ته ڏس قادر ڪهڙي
سوکڙي پاڻ وٽ موڪلي آهي! زال مڙس هئا سي ڪٿي،
پر چڱي سيرت وارا انسان هئا، ۽ هڪ ٻئي لاءِ نينهن ۾ گهٽو
هون. محمد جيو پنهنجي زال کي ته اچ ته ويٺي ڪوليون
۽ ڏسون ته منجهس ڇا آهي. توري ڪوشش ڪان پوءِ
ويٺيءَ جو طاق کوليائون. ڇا اندر ڏسن! هڪڙو ننڍڙو
ٻار پيو آهي. ڇا هنجي سهڻي ننڍڙي شڪل! هيرا جهي
آڱروات ۾ اٽس، سا ويڙو ڏائي! آگي جي قدرت عجب
آهي. قصو آهي ته پرندڙ نهائين ۾ "هاءِ رکيائين ٻار ا
سو سڀا جهي ستارهن معصومڙيءَ کي ۾ لهرن جي لوڏن مان
ڪيڏي آڻي ڪناري تي ڦٽو ڪيو. ڪٽيا ڪٽي ٻار کي
ڏسي گد گد ٿي ويٺي، ۽ جهٽ پٽ ڪٽي ڇاتي سان
لائي ويٺي چٽيس ۽ چميس. ڏاڍي رازق آهي، اُنجي
رحم سان سندس ٿڃان ۾ کير اچي پيو! ڪٽي ۽ زالس ۾ ڏاڍا
خوش ٿيا، ڏنائون ته مٿيا ۾ ٻار جي ڪپڙن ۾ پيا آهن.

جيائون ته رب سائين، رزق اسان کي به جهجهو ئي ڏنو هو؛ پر لکه شڪرانا تنهنجا، جو اسان کي جي هون به نه ٻار ڏنءِ، ته هيئن ته ڏنءِ. ڪتياڻي ٻار کڻي آئي گهر. کي جونئا ته نائون ئي ٻار جي گچيءَ ۾ چٺي به لکي وڌي هئي، ته هي ٻار براهمڻڪو آهي؛ آهي ست سيل مان ڄاول، پر فلاڻي سبب ڪري ٻاڻيءَ ۾ تو اوڙهيو وڃي، انهيءَ اُميد سان ته ڪنهن جي هٿ اچي ته پالي وڏو ڪريس. ڪٽي ۽ ڪتياڻيءَ کي وڏي خوشي ٿي، جو ڏٺائون ته ٻار حق جو آهي، موڪليو به اسانکي حق آهي. نالو رکيائونس سسئي. ڀلي جائي سسئي؛ پر ڀلي سا ٻاڻيءَ ٻوڙي؛ ڀلي سا پرت وت آئي، نه ته ڪيئن جيڪر شاه جهڙن شاعرن جون دليون ڦٽن ها؛ ڪيئن جيڪر سندس اَمر زبان ۾ ناپيد شعر ٺهي ها!

سو سائين، سسئي اڃ ننڍي، سيان وڏي. ڇا سندس صورت، ڇا سندس سيرت! مطلب ته اصل کان جڻ ڪو هن ۾ شاهاڻي رهت جو ٻج هو. گرهن نياڳن ۾ جائي؛ پر قدرت انهيءَ نياڳ جي بدلي جند جهڙو جهرو؛ موهيندڙ من ڏنو هوس؛ عقل ۽ خردمنديءَ جو حصو به جهڙو ٿهڙو ڪونه بخشيو هئائينس. سسئي جئين وڏي، تئين پڪڙ لڳي. ڪٽي به ڏکيو ڪو نه هو، سو جويس ته سسئي، جڏهن ڪپيهي سو گهر، جڏهن وڻيهي تئين وڃ. سسئي

۾ گهٽيءَ گرما هئا، ۽ قرب جو قطرو به دل ۾ نه هوس؛ سو ساهيڙيون به وٽس جهڄهيون ايندڻيون هيون، جن سان اُن ۾ ويهي چرخي تي نينگريون ڪت ڪنديون هيون. هاڻ جي ته هينئين جو هار هئي.

پنهور جي شهر ۾ محمد ڪنڊيءَ جي گهٽي هاڻي هئي، ۽ پنهور هجوئي گڏ ڪيو هئائين. جڏهين محمد عمر ۾ وڏو ٿيو، تڏهين سنڌس ڪم سنڌس ڪامدار ۽ پيا ڪندا هئا، ۽ پاڻ پنهور شهر ۾ چڱو ڀلو پٽيل سمجهيو هو. پنهور ۾ هڪ ننڍو حاڪم به هو، جو محصول اُگاڙيندو هو. حاڪم نهايت خاصو ۽ نرم دل انسان هو، تنهن کي سسئيءَ جي سونهن ۽ سسئيءَ جا اکيڙ ڏاڍا وڻندا هئا. محمد ڪنڊيءَ سان به رستو هوس؛ سو محمد ڪنڊيءَ تي اهو ڪم ڪري رکيائين، ته توهان اگهي سامان ايندڙ ۽ ويندڙ تي محصول اُگاڙج. ڪنڊيءَ کي سنڌس قابل ۽ لائق ڌيءُ سسئي به چڱي مدد ڏيندي هئي. مطلب ته هيءَ نينگر مائٽن جي مددگار هوندي هئي؛ نه پردي گهمندي ڦرندي هئي، ۽ ساري پنهور شهر ۾ سندس گڻن جو ناَءُ هو.

## چام پنهون

هيڏانهن پنهور ۾ به نينگر جي حسن جي ڪماليت جي هاڪ هئي، ته هوڏانهن ڪيچ مڪران ۾ آري جام

هوتاڻي جو پٽ پنهون، جو به هوتاڻيءَ جي ڦوڏ کي پهتو هو، تنهن جو نالو به جوگرد ڪيچ مڪران ۾ ۽ ٻاهر وڃي ويو هو. پڻس ڪيچ مڪران جو وڏو هو، ۽ پنهون سندس پيارو پٽ هو. پٽ پيا به هئس، جنهنجا نالا هئا: هوتو، ملو ۽ چنرو. ذات جا آري ٻاروچا ٻروچ هئا. جبل جا ويٺل هئا. ڪوٽڙيءَ جي اولهه ڪوهستان جو ملڪ مشهور آهي. مڪراني ماڻهو به انهيءَ ڪوهستان جي ٻرئين پاسي ڪان آيل آهن. انهي ڪوهستان جي لاڳو ٻين جابلو ماڻهن جي پڻ رهڻ جا مڪان آهن؛ ۽ نيٺ اهو ملڪ وڃيو ايشيا جي ٻين ملڪن سان لڳي، جتي پٺاڻ ۽ ترڪ وغيره رهن ٿا. ڪيچ مڪران ۽ ڀنڀور جي وچ ۾ ڪوهستان جا جبل هئا، جي اڃا به آهن. انهن جبلن مان ٽن جا نالا شاه صاحب ڏنا آهن: وندر، وٽڪار ۽ هاڙهو. ٻاروچا قافلا اُتان جا وڻجي واپار لاءِ ايندا هئا؛ ۽ سندن ملڪ ۽ سنڌ جو ملڪ ڪري ايڪبو هو ۽ اڃا به ائين آهي. پنهون انهن ٻاروچن ۾ پيدا ٿيو. وٽڪار جو جبل ڪيچ جي لاڳو هو، تنهن ڪري انهيءَ ملڪ کي وٽڪار جو ملڪ ڪري چوندا هئا.

شاه ٿو چوي ته ”جڏهين جام پنهون جائو، تڏهين ٿي وس وٽڪار.“ هي پنهون اڃ ننڍو، سيان وڏو. جڏهين جوان ٿيو، تڏهين ماڻهو مٿس قربان ويندا هئا.

"ٻارو ڄا ٻيا ڳهڻا، ٻنهوان سر سيئين." ٻنهوان ء جي حالت ڄاڻ ته بلڪل پاڪ هوندي هئي: "ٻنهوان پاڪ پرسن." انهيءَ سهڻي جوان ء پاڪ پرش جي هاڪ پنهور ۾ به اچي پهتي. قافلن سان جيڪي ماڻهو ايندا هئا، سي جڏهين محصول لاءِ پنهور ۾ بيهندا هئا، تڏهين ٻنهوان ء جون ڳالهيون ڪندا هئا، ته ٻنهوان اسانجو ڏهڙو آهي. سسئي، جا ڀنڀور سان گڏ محصول جي جاءِ تي رهندي هئي، تنهن جي ڪنن کي به اهي ڳالهيون ٻنهوان ء جي گڻن جون پهچنديون هيون. شايد انجو مئي جيڪي پانهنجا ڳرهه ء تارا ڄا جيا هئا، سي گرهه تارا پنهنجا اندر ڀان آسمان ء پيغام ٻنهوان ء ولان سسئي کي پهچائڻ لڳا! سسئي کي ٻنهوان ء بابت ڳالهيون ٻڌي دل ۾ جهر پيدا ٿي، تان جو آخر ٻنهوان ء جي نالي تي موهت ٿي ويٺي. "ڪيس نام نهال، پسڻ تان پري ٿيو!" پر رکيائين دل جي دل ۾. راند ته قسمت جي اڃا مس ٿي شروع ٿي.

## ڪيچ ۾ قحط

هڪ دفعي ڪيچ مڪران ۾ اچي ڏڪر پيو، سو ٻنهوان ء جي پيءُ آري ڄام قافلو موڪليو ته لٽي جي ٻاسي کان آن گهڻي اچو. قافلو آيو سو آن وٺي

موٽيو. واٽ تي ڀنڀور ۾ محصول ڀرڻو هئن. سسئيءَ جو ٻيءَ ڪنهن ڪم تي ويو هو؛ هو ۽ ٻ اهو ڪم سسئيءَ تي ڇڏيل هو؛ سسئي انهي ڪاروبار جي مکيا طلي هئي. سسئيءَ پڇيو تہ هيترو آن ڪيڏانهن ٿو وڃي؟ جواب مليو تہ وڃي ٿو ڪيچ مڪران. سسئيءَ چيو تہ ايترو آن آ؟ ملڪ مان وڃڻ ڪين ڏينديس، جو تہ ائين تہ اسانجي ملڪ ۾ خوداجي ڏڪار پوندو. سسئيءَ بہ ڪا اندر ۾ جاڳي سٽي هئي! پڇيائين تہ اوهين ڪهڙي راجا جي رعيت آهيو. جواب مليو تہ پنهون ۽ جي ٻيءَ آري ڄام جا ماڻهو آهيون. حڪم سسئيءَ ڪيو تہ خبر نہ آهي تہ ڳالهہ ڪيئن آهي؛ ڪل ڪا نہ آهي تہ آن توهين ايڏانهن ٿا ڪٽي وڃو يا ڪڏهن پئي هنڌ؛ سو اوهانکي فقط محدود حصو آن جو ڪٽي وڃڻ جي موڪل ڏجي ٿي؛ ٻرجي آري ڄام ڪو هڪيڪو ماڻهو پنهنجو ٻت وغيره موڪلاي تہ ڪا اسانکي بہ پڪ ٿئي تہ برابر آن ڪيچ مڪران لاءِ ڏڪار جي وقت واسطي گهربل آهي.

قافلي جو مهندار آن وقت هو ٻاهل. ٻاهل اهو نيابو ولي، آن بہ ٿورو آن تي جاڙهي آيو آريءَ ڄام وٽ. آريءَ چيو خبرون ڪريو. ٻاهل چيو قبلا، خبرون اهي آهن جو آن، ولي ٿي آيا سون؛ واٽ تي ڀنڀور ۾

اُن جي ڳجهين کي سمجهڻ سان کٿي سيڪاريو هئائون :

” ٽڙيارا توڏن کي، ڳچيءَ سونهن موڙ. “

قافلو وٺي پنهون مليو ڀنڀور ڏانهن. هر ڪو برابر دل ۾ هيس ته هيءَ ڪهڙي نينگر سسئي آهي، جا ايڏي عقل، سونهن ۽ دليريءَ واري آهي؛ سو هن ۾ اهي ويچار ڪندو قافلو وٺندو آيو. هوڏانهن سسئيءَ کي به معلوم ٿيو ته پنهون آيو ڪي آيو، تنهن جي دل پيئي ٽپ ڏئي، ته ڏسان ته اهو پنهون ڪهڙو آهي، جنهن جو نالو هر ڪنهن مسافر جي وات ۾ آهي. انهيءَ ديدار لاءِ ئي سموري اتڪل پکيڙي هئائين ۽ پاڻ جا اُٺ جهليا هئائين! چانڊوڪي رات هئي، قافلو به اچي ڀنڀور جي ٻاهر لٿو. سسئي پيئي خوش ٿئي ته اڄ رات موچاري، اڄ رات سڀاڳي! پيئي پاڻ ٿي ته هينئڙي وڃي پنهونءَ جي شڪل ڏسان!

” ڪيچان آيو قافلو، رات موچاريءَ روءِ

ٻوتي ۽ بلوچ جي، رڙهي پسان روءِ. “

---

توڏن = اُٺن. موڙ = جهالا، ڳانا، ٽونر، سهرا. ٽڙيارا = ٽونر جي اُٺن کي مٿي ۾ ڪنن جي پٺيان سي ٻڌندا آهن. بلوچ = ٻروچ = پنهون. ٻوتو = اُٺ. روءِ = شڪل.

رات جو وقت گذريو ۽ صبح ٿيو ته پنهون ٻاٻل سان گڏ محصول جي جاءِ تي آيو. سسئيءَ پنهونءَ کي ڏٺو ۽ پنهونءَ سسئيءَ کي ڏٺو؛ سسئيءَ جي اکين پنهونءَ جي دل کي جهٽيو، ۽ پنهونءَ جي اکين سسئيءَ جي قلب کي قابو ڪيو. قسمت جي ڳنڍ ڏيندڙ ٻڪي ٻڌي. گردن ۽ تارن راند گرم ڪئي! پنهونءَ کي گهر ٽڙ، آرياڻي ۽ آباڻا مڪان ئي وسري ويا.

ڀنڀور جي حاڪم جو هٿ سسئيءَ ۽ سندس ٻنهي تي هو، تنهن جا ڪيو جو مڪرو ڄڱو مڪان ٺهرائي، ٻنهي کي ٻرڻائي ڪٽي ڏنائين. پنهون سسئيءَ ۾ مست، ۽ سسئي پنهونءَ ۾ الست. البت ٻاٻل کي قافان ته ڪيترن ۾ وٺي وڃڻ جي رخصت ملي، ۽ محصول ۾ مڙيوئي معاف ٿيس؛ پر ٻاٻل ويچاري کي اجهي ڳڻتي لڳي ته پنهونءَ کان سواءِ ڪيئن موٽي وينداس. سو آيو پنهونءَ وٽ ۽ چيائينس ته سردار، هلو ته هلون ڪيچ مڪران ڏي؛ پر پنهون چوي ته اسانجي نصيب جا ڌيما هيندڙ ڀنڀور ۾ ڪهي ويا، وڃ وڃي آڏن کي ٻاڪر ٻڌائج ۽ آءٌ جي قدمن تي هٿ رکائج، ۽ چئجانءِ ته پنهون هت ڀنڀور ۾ خوش آهي. ٻاٻل ويچاري ڪيتروئي ٻوليو، پر پنهون جا سان ٻڌي! ٻاٻل اٽ وٺي، منهن ۾ ملول ٿي آيو ڪيچ مڪران، اچي جام هوتاڻيءَ کي

سارو قصو ٻڌايائين. سڀئي ڪٽنب ۾ روڄ مچي ويو ته هئي هئي! پنهل موٽيو ڪين ڪي.

## پنهل مست

جام جو ساهه هو پنهونءَ ۾، تنهن ڪيترا قاصد پنهونءَ ڏي موڪليا؛ پر پنهونءَ جو نشو ڏينهون ڏينهن وڌندو ويو. پنهون ۽ سسئي هڪ ٻئي جي جان ۾ گهڙي ويا؛ پنهل وصال جي آرام ۾ گذاريو. سسئي جون ساهيڙيون ايندڙيون هيون، سي به پنهل تان قربان ويندڙيون هيون. پنهل به بعضي ساڻن گڏجي جڏهين هو برتياڻون ڪپڙا ڌوئينديون هيون، تڏهين وٽن ڪين مدد ڪندو هو. سسئي پنهونءَ جون هي دل جهپيندڙ ڳالهيون ڏسي پيئي عجب ۾ پوندي هئي، ته

”مون ڪميڻي لاءِ، پنهون تو برت ٿئي!“

هڪ دفعي ڪيچ مڪران مان ڪو قاصد آيو، تنهن به اچي اهو حال ڏٺو ته پنهون هيڻن عشق جي مئي ۾ مست ٿي ويٺو ڏهڙ ڌوئي:

”گڏيو ڌوٻين ڏوءِ، پنهونءَ پاروڄو هٿ ۾
اٿي آرٽ جام جو، قاصد آيس ڪوءِ!“

قاصد آيو پنهونءَ وٽ ۽ اچي پيُس جو پيغام

---

برت = ڌوٻي. پاروڄو = ڪپڙو.

ڏنائينس. جيائينس ته ڄام ٿو چوي ته اي عمدا ڀٽ، توکي اِئين نه جڳائي، جو تون مائٽن کي ڇڏي هيڏَن ويٺو لٽا ڏوئين:

”اِئي ڪامِلَ سَندوءِ، جتين ٻڌس لاچاڙئين ٻوٽئين.“

اي ڀٽ، هاڻي اڄ هيو ڪيچ مڪران ۾ ٻه ٻانهون اهڙيون مستيءَ ۾ هون، جا اُٺ جهڙي ڪين هئي، تنهن گهلتا پڌي قاصد کي ڀنڀور ڏي ٻهار ۽ نيازمو ڪاڻي روانو ڪيو. جڏهين هي حقيقتون مڙيئي ڪيچ مڪران ۾ پهتيون، تڏهين آري ڄام کي ٻانڪال عشو آيو، ۽ ٻئي ڀائرن سندس پڻ هوتي، لعلي ۽ جمري کي خاروئيان ته ڪهڙي ندوري سسئي پيدا ٿي، ۽ هي ڪهڙو نياڳ شهر ڀنڀور ٿيو جنهن اسانجو ڪوندر جوان قابو ڪري رکيو آهي. سو ڀروچن ويٺي ستون سٽيون، ۽ رتون رتيون. ڀائرن گڏجي ڇا ڪيو جو هڪ قافلو ناهي، ڀنڀنڌ جا نوڪر ساٿي ۽ بلوچ ڀائروٽي، مڙيئي اُٺن تي نڪتا ڀنڀور لاءِ ۽ مسافري ڪندا اچي ڀنڀور ۾ پهتا. ڀنڀور کي چوائي موڪليائون ته اسين توکي ملڻ لاءِ آيا آهيون.

## ڏکيا ڏير

سسئي کي خبر پئي ته مٺڻجا ڏير مون وٽ مڙمان

---

اِئي = هي ڪم. ٻڌس = ٿيڻ ڙو ڏيکاڙو. لاچاڙئين = سڀئين.

ٿي آيا آهن، تنهن اُتي مهمانيءَ جي تياري ڪئي. پنهور ۾ ”مهمانن ۾ مڙني آٽي جهوڪيا.“ سسئي ويچاريءَ پانيو ته هي مهمان ”جيڪس ڀير پنهونءَ جي“ آهن، سا بالڪل خوش ٿي. پنهون جوان خوبصورت هو. هي بلوچ ڳاڙها هئا، ۽ هنن کي پنهنجيون ڏاڙهيون هيون؛ سو سسئي پنهنجا ”ڏاڙهي پٽيا ڏير“ ڏسي سرهي ٿي. ڏيرن ڀروچن ۾ اڳي ڏاڍو پنهونءَ ۽ سسئي سان ٺينڪاريو. ڪوهستان جي ماڻهن ۾ پردو ڪونه آهي، اُتي زالون ۾ مردن سان اڄ ٿائين هٿ هٿ ۾ ڏيئي گڏيون آهن. سو سسئي ۾ هنن سان جڳي ڪينڪار ڪئي. ۽ ويچاريءَ کي اِها خبر ڪانه رهي ته هنن ڏيرن جي دل ۾ ڪو منصوبو آهي: ”مدي ڏيرن من ۾، ڪليو ڪينڪارين“! ڏاڍا ديڳڙا دنبي وياءِ طعام تيار ڪري ويا. دم پخت ۽ پوڙ پلاءُ ٺهي ويا. ڀاروچن خوب کائي پيٽ ڀريا. ٻه چار ڏينهن گذريا. ڀروچ پارسيون پيا پاڻ ۾ ڪندا هئا، جو ته هنن جي ٻولي مڪراني ۾ اُنهي سبب پارسي هئي.

”پارسيون پاڻ ۾، ڏير ڏهاڙي ڏين.“

ويچاريءَ سسئيءَ ڪين سمجهيو ته اُنهن پارسين اندر ڪا سنڌس دل جي ڦاسين جي ڳالهه هئي! ٿورا ڏينهن گذريا. آهستي آهستي پنهونءَ جي پائرن

---

جهوڪيا = جهڪايا، وهاريا. ڀير = مائٽ = ساٿي.

پنهونءَ کي ريگهڙيون پڌيون، ته تون اسان سان گڏ جي هل. هنن ڏاڙهي پٽيين ڏيرن ۽ ڀروچن جي اها اصل ڪان مرضي ڪا نه هئي ته ڪو پنهون هن پرڏيهياڻي سان ٻڌو ٻڌي وڃي، يا هن کي ڪيچ مڪران ڏانهن وٺي هلي؛ هنن جي خواهش هئي ته پنهونءَ کي ڪنهن مَلَڪَ جي ڌيءِ پرڻائيندا سون، جو هنن جي مائٽن جون اهي آسون اُميدون هيون. پنهل سان پارسيءَ ۾ ڏاڍيون گفتگويون ڪيائون ته ڪٿي پنهون پاڙ آهي؛ پر پنهونءَ جو نينهن نهايت پڪو ۽ سچو هو، تنهن پنهن زابري واري. پلا قسمت جن جي پريم جو پيالو پيتو هو، تنهن پريت ۾ ڪريت ڪيئن پيدا ٿئي. پر قسمت جا لکيل ته آڏا اُڀا آهن؛ سچن عاشقن کي قسمت گهڻو وقت سکر سمهڻ نه ڏئي. پيو ته سسئيءَ ۽ پنهونءَ جي نصيب ۾ انگ اڳهه ئي لکيل هو! ڏيرن ڀروچن هڪ ٻئي سٽ سٽي، اهڙو ڪم ڪيائون جو مجلس وير هڪ رات جو پنهونءَ ۽ سسئيءَ جي پيالن ۾ اهڙي ڪا ٻوٽي ڪنهن ريت لڪائي وڌائون، جو پنهون ۽ سسئي اُنهن پيالن ۾ پي دستور موافق جان وجهي آرامي ٿيا، ته هنن کي نشو پڙئي جو اهڙو زور چڙهي ويو جو هوش ننڊ ۾ اچي ويا:

"آلوڙا اکين ۾، آيس ننڊ نياڳهه جي."

---

آلوڙا = پڪيون، ڳهر.

ٻروچن اُن کي ٻه اهڙو ڪو ڳڙ ۾ ڪا ٻجهه کارايو هو، جو اُٺ هاڻ وقت آوازئي نه ڪن. ”ڳنگن ڪي نه ڳفت!“ اڄ رات جو ڇا ڪيائون جو تنگ ٽاٽلي، ٻاڪڙا ڄاڙهي اُن کي اِئين تيار ڪيائون، جو ڪڙيءَ ڪڙڪو به ڪو نه ٿيو. ”اڳي اُٺ رڙن، ٻر هن ڀيري ماٺ ئي ماٺ هئي. سڀ تياري ٿي؟

”جڏهين ٻيچ ٻڌي، تڏهين اولين اُٺ ٻلاٽيا.“

نڪا خبر ٻنهون کي، نڪا خبر سسئيءَ کي. ٻنهون کي ڪٺي اُٺ تي چاڙهيائون ۽ هڪ ڪاٻجائي جهڙي ٻاڪڙي ۾ سمهاريائون، ۽ اُن کي ڊوڙائي ڪيئن ٻنهون کي ڪٺي ويا:

”ڄاڻي جنبن ۾ ويا، جئين ٻاز سُتي ٻَحري.“

ٻنهون ۽ سسئي بيخبرا هڪ ٻئي کان هيئن وڇڙي ويا. صباحَ جو ٻهرسانجهه چڙهي ويو، تڏهين مس ڪا سسئيءَ جي اک کلي. اکيون مهٽڻ لڳي ۽ حيرت ۾ ٻوڙ لڳي، جو ٻنهون ٻاٻسان ڪو نه ڏٺائين. ٻاهر نظر ڪيائين ته نڪي ڏاڳها هئا، نڪي ڏيرهئا! ٻوءِ سسئيءَ جو ڪهڙو حال ٿيو!

---

ڄاڻي = ڪٺي. ٻحري = ٻاز جو قسم.

# سسئيءَ جا سور

سسئيءَ کي جڏهين معلوم ٿيو ته ڏيرن مونکي ڪٺي ڳوڙهي ننڊ ۾ وجهي منهنجو پنهل ڪڍي ويا، تڏهين هن ويچاريءَ جي دل ٿي ٽٽي پيئي ۽ ساڻي ٿي ڪري پيئي. متن مائٽن ۽ ساهيڙين کي معلوم ٿيو ته هنن اسان جي سسئيءَ سان ڏوھ ٿيو، سي ٻه نهايت ڏکي ٿيا. سسئي ويچاري ماندي ٿي پيئي ۽ ايڏي ته پنهور ۾ هئي هئي ٿي، جو شام تو چوي ته

”اُڀين منجهان آئيو، هُئي هُئي جو هُڳاءُ
طَيرن تنواريو، پنهون ۽ پچاريائو.“

سسئيءَ جون دانهون ٻڌي وڻن جي پکين ٻڻ روح ۾ تنواريو!

ويچاري واڪا ڪرڻ لڳي ته هي ڏير ڪهڙا منهنجا آيا جي منهنجو ”ڏيل ڏهي“ ويا. ”هي جي آيا هيرا، سي مون اگهه نه ڏنا.“ مون ساهيءَ کي پچي ويا. ”ڇُڪيءَ جوري جا ڪ“، منهنجو هوت پنهل وٺي ويا. پڇيائون سسئيءَ، ڪر خبر، اهو ڦهر ڪيئن ٿيو؟ چيائين پچاڙان ڪهڙا ”آندائون آريءَ جا، پنهون ۾ ڏي پيغام،“ جي پنهل ڪين قبوليا، ٻوءِ

---

هڳاءُ = آواز. طيرن = پکين.

"وارو وڙُو ٽي ويا، آريڇا اظالم"

"وارو وڙو ٽي ويا، جا بِر ڪري زور

بيدي ٿيو ٻخپور، حشر ڪري هليا."

جڏهين سسئي پيٺي ڳالهه ڪري، تڏهين:-

"ٻڌين نيڻ رت وهي، جُٺاڪا ڪيو

مون کي ڏَن ۾ ڏيو، آئين ٿا وڃو اوٺيا!"

مطلب ته سسئي جو "ڦوڙائي ڦڙن، اندر ڏان آڏ ڪيو" ۽ جولان ۽ جوش ۾ "هيءَ هيءَ ڪيو هاءِ، ٿي پاڻ هٺي سِر پا هٽين."

ڪنڀرو جو ٻيو هوس، سو ڦاٽي پيس. مٿو اُگهاڙو، پير اُگهاڙا؛ جڏهين نه ڪا ديواني هجي، تڏهين سسئي اٿي پيٺي. پيٺي جوئي مٺڊ جو هاڻ هن ٻخپور ۾ جا!

"ڪاهي ڦاٽو ڪنڀرو، مٿو اُگهاڙو

مٺڊ جو ڪاڄارو، پيٺر هن ٻخپور ۾."

اهڙو ڏک هن کي لڳل ڏسي سيٺي جي دلين ۾ سوز ٿيو. رات ٿي ته سڀ وڃي سمهيا؛ پر سسئي کي ننڊ ڪٿي اچي! سسئي ويهي سٿون سٿيون، ته هاڻ ڇا ڪريان.

---

وارو = سارلهڻ ڙ. اظالم = ظالم، ظلم ڪندڙ. جابر = سخت ماڻهو. بيدي = خالي، سڃو. جُٺاڪا = ڦڙ ڦڙ. ڏن ۾ = فريب، لڳي. ڦوڙائي = وڃوڙي جي.

آخر دل ۾ خيال آيس ته هاڻ آءٌ ڀنڀور ڇڏي ويندس، ۽ ڏونگر ڏوري وڃي ڀنڀور کي لهندس. هڪو ارادو ڀاڻ سان ڪيائين:

”ويهه نه مڻڌ ڀنڀور ۾، ڪر ڪو واڪو وڃُ
ليڙن جو، لطيف چئي، ڏونگر ڏيندءِ ڏسُ.“

## سسئيءَ ۽ هاڻس

صبح ٿيو، ته ۾ سسئيءَ جو ساڳيو حال. ساري رات هڪ ڏونڪو ۾ ڪو نه آيس. ماڻس ويچاري جنهن آلائي ڪيئن پياري ڌيءُ کي پاليو هو، تنهن ۾ پنهنجو مٺو اچي پٽ سان هنيو ۽ ڌيءُ کي ڳراٽڙي پائي چوڻ لڳي: اڙي ڌيءُ، ڪهڙي جهوري تنهن جي اندر کي لڳي! سسئي آنسون ڀري ٿي ماءُ کي چوي ته امڙ هاڻي آءٌ ڪين رهندي سان ءِ. ماڻس ڏٺو ته سسئيءَ کي تپ چڙهي ويو آهي، سا وهاڻو کڻي آئي ۽ پتراڻي ۾ کڻي آئي. تڏهين سسئيءَ ٿي چويس:

”ماءُ وهاڻو ڙار، ڪرڻ پتراڻي پانهنجي
جيڪي ڏنءِ ڏيجهه ۾، سو سڀوئي سار
وڃان ٿي وطڪار، ڏنم ڀير ڀنڀور جو.“

---

مڻڌ = زال. ليڙن = آٽن. وار = ورائي ني. وطڪار = ڀنڀور جو ملڪ. ڀير = نيشان.

سسئيءَ جوڻ لڳي ماءُ کي ته هاڻ آءٌ؟ وڃي ٿي جوڳياڻي ٿيان، ۽ جوڳڻ جو ويس ڪري آءٌ؟ ويديس ڏونگر ڏوريندي:

" اڄ منهنجي ماءُ، ڏاڇا ڪنديس ڪپڙا
جيڏيجا جوڳياڻي ٿيان، مونکي جهَلَ م پاءِ
هوت پروڄي لاءِ، ڪَنديس ڪُنِرَ پائيان. "

ماڻس ويچاريءَ جا ته هي لفظ ٻڌي جهڙي ئي ڇاتي پيا، سا ڏيئو ڪيٽ جوڻ لڳي ته ڌيءُ، ائين ڪيئن ڪندينءَ! تون نازڪ بدن نينگر، تون نپنديءَ ٻنگلن ۾، سهڻين پلنگن تي، ڪاڏي نڌيس ڪاڏا، هرڻيءَ نازڪ گل جيان؛ سو تون ڪيئن وڃي رڻ جا سور سهنديءَ! تڏهين ٿي سسئيءَ چوي:

(١) ڪوءِ پلنگ، پَنِ ماڙيون، ڪِٿُ سي تيڙم ڪارا
آديا، ٻرتِ پنهونءَ جي، ڪنديس ڪُنِرَ ڪارا.

(٢) وَرُ لَکَن جي لوڏ، گهوريا سڪر پيهور جا
امڙ جي تون آڇئين...، سي ڪم نه اچن ڪوڏ
هيڏئين منهنجي هوڏ، ٻڌي پارو جن سين.

ماءُ:- اڙي سسئيءَ، هي ڪوڙيون ٿي ڳالهيون

---

ڏاڇا = گيروءَ رتا. جيڏيجا = ماءُ. ڪنر = والا.
ڪوڏ = خوشيون.

ڪريون؟ نينگر، ماڻهو اڄي مِٺا ڏيندءِ ۽ طعنا هڻندءِ.
جو لڏا سسئي جهڙي ٿي آهي، جو هيڏن ٿي ڪري.

سسئي :-

"هوءَ جا گهوري گهوٽ جي، تنهنکي جهري جون!"

اي امڙ، ماڻهو پيل "جونم جهري ٿي!" ماڻهو مِٺا ڏيندا ته ڇا ٿيندو:

"ماڻهو ڏيئي ميهڻا، مونکي ڪندا ڪوهه
جي جوڙيم جوهه، ته پٺون ٿينديس پيرتي."

جڏهن ماءُ ڏٺو ته هيءَ نينگرهٽ نه ٿي اچي، تڏهن پانيائين ته سسئي کي آرٽ وٽ وٺي وڃان، جتي چرخن وٽ ساهيڙيون اچي مڙنس ته من من پئي پويس. سو سسئي کي چيائين ته ڌيءُ، ڀلا هتان ته اُٿي هلي آرٽ وٽ ويهه، ۽ ساهيڙين سان ته ڪي ڳالهيون ٻولهيون ڪر. سسئي جڏهن ڪسي ڪانه ڪين ٿي اُٿيو، سا جوٽ لڳي ماءُ کي ته اي امڙ، هاڻ منهنجو آرٽ ڇا آهي؟ منهنجو ڪوهيارو پنهل ويو هليو، هاڻي آءٌ ڪهڙي تند تاڪيان؟ هاڻ آءٌ ڪيترو به تاڪيان، ته به تند نه نڪري؛ پاڻان رت روئندي چرخو جڪ ٿي پوندو.

---

جوهه جوڙيم = جوش آيم. مر = پيل. پٺون = ڏريون ڏريون. آرٽ = اهو هنڌ جتي سٽ ڪتبو آهي.

ماڪس وري ٻه سسٽيءَ کي زور ڪيا. اتي سسٽي ڪاڇڻ لڳي ۽ جڙاڻ ماڪوءَ کي چيائين:

(١) ”ڪوءِ ڪتڻ ٻنِ ڪپاهه، ڪوءِ آٽڻ ٻن جيڏيون،
ساجن منهنجو ساهه، هاجي منجهه هٽي ويو.“

(٢) ٻهي ڪامَ ٻِجاءِ، آءٌ منهنجي آسري
ڏيٺي لت چرخي کي، ٻوٽيون پاٽيءَ پاهه
ڇَتمِ جنهين لاءِ، سو ڪوهيا زو ڪيڇهه ٿيو.

ماڪو ويچاريءَ ڏنو ته هيءَ نينگر ته ٻاز آجڻ جي نه آهي، تنهن ڪري وچان ٻه ٽي اکر سسٽيءَ کي چيڀڀ جا ڳالهايا ته جوڪر، هي تون ڪهڙيون ٿي ڳالهيون ڪرين؟ ٻه سسٽيءَ کي نڪا طعني جي، نڪا ڇيڀين ۽ مهڻن جي پرواهه هئي، سا جوش لڳي ماڪوءَ کي ته امڙ، تون طعنا ڪهڙي ٿي هڻين؟ آءٌ ٻهڙوءَ بنا اٿين ٻيٺي پانهان ته جڻ منهنجا مائٽ آهن ئي ڪونه. ”جوري نڌوري نڪو مائٽ مٽ جو.“ اڙي امڙ، توکي منهنجي سوز جي سڄڻ جي خبر؟

”مونسڪي طعنا ٿي ڏئين، جنهين نه ٻروڙين سڄڻ
امڙ اوري آچ، ته سيڻ سڻايانءِ سوز جي.“

ماڪو، آءٌ ٻي وس آهيان: ”وسان ئي وٺس، آيل لڳم ٻاڻ ٻروچ جو!“

---

ٻهي = نڪيو ويهو. ٻوٽيون = ڪپهه جون ٽيون.

ماءُ ويچاريءَ جو وس نہ هليو، تڏهن دل ۾ خيال ڪيو تہ سسئيءَ جي ساهيڙين کي وٺي اچان تہ اُهي من ڪو ريءِ ريبي اُٿر من تي وجهنس.

## سسئي ۽ ساهيڙيون

سسئيءَ جي ماءُ ويٺي سا وڃي هنجي ساهيڙين کي وٺي آئي.

"مڙي منڊ ڏي آئيون، ساهيڙيون سهڄان."

اُنهن کي ۾ سسئيءَ جي هيءَ حالت ڏسي حيرت وٺي ويئي، تہ ڏينهن ٻن ۾ سسئي ڇا ٿي ويئي آهي؛ سو سسئيءَ کي ڳراٽڙيون پيئون پائين، ۽ پيار ڀيئون ڪن. پر سسئي تہ اهڙي ڪنهن سور ۾ هئي، جنهن نڪرڻ ئي مشڪل هوس، جو ڄڻ لڳي

"اڄ رات رتوم، ڪوڏ ڪوهياري ڪيجرو
پيئر پڄايوم، سياٽي سورن سين."

سسئيءَ کي جهڄهي دلداري ڏنائون، پر سسئيءَ کين جيو تہ مون ارادو پڪو ڪيو آهي، سو آءٌ ضرور جو ڳوٺ تي ڏونگر ڏوريندس. جدا جدا ساهيڙين ۽ سسئيءَ جي وچ هيٺين گفتگو هلي:

ساهيڙي:- اڙي سسئي، ڏونگر ڏاڍو اٿيئي،

---

رتوم=رڳيم. ڪوهياري=پنهون. سهڄان=سهج ياخوشيءَ مان.

جتي ھُن ھير ھُئي وھندءِ: " مٺا ڏاڏي منھن مٺوران ھو، ڪاڏي ڪيچ ٿيو! سسئي، جبل ۾ ڏاڍا جانار گڏبءِ، تون ڪيئن ٿي اھو خيال وڃڻ جو ڪرين؟

سسئي:- ڀنڀور ڪھڙا ھُڪٽي ڏکر ماڃن، پر منھنجي "اگر آگولي نه ملي، جيون ھير چئن؛" پر آءٌ ته ھُنئون ڏانھون ضرور وينديس. منھنجي نظر ۾ جبر آھي ڇا!

"جبر جھر پانيان، ڪانيو ڪارو
ھڏ وڃھنديس ھاڻ ٿي، سرتيون سوارو
وڃڻ مون وارو، ڪين ولنديس وڃي."

اڙي سرتيون، ڪنڊا مون پيرن ۾ توڙي لڪر لڳن، ته به آءٌ وھڻ واري ڪين آھيان.

ساھيڙي:- سسئي، خبر نه آھي ته توکي ڇا ٿيو، جو تو وٽي پرديسي سان پاند اڙايو؛ تڏھين ته تون ھيئن ڏکي ٿي آھين. اھي پرديسي توکي ڇڏي ھليا ويا!

(۱) ديسي سيڻ ڪاڃن، پرديسي ڪھڙا پرين
لڏيو لاڏ وڃا ڪيو، پنھنجي ديس وڃن.

(۲) ڪيئن آڙائيءِ پاند، پاڻ پرڏيھين سين
مٿيون موڙھيءِ سسئي، ڪري ڪوھيارو ڪانڌ.

---

جبر = جبل. جھر = جھڙ. ڪانيو ڪارو = جبلن جا نالا. سوارو = سويرو.

(٣) سسئي سروارڻ سان، ڪهڙو لهه لڳو ه
جي جتن جڙون هنيءَ، ڪي ٻاجهي نيڻن اڳوءِ
ڏاڏي پوٽو ڏيهه پر، ڏکي، ڪونه ڏٺوءِ؟

سسئي، جو نه ٿي ڪنهن ڏاڏي پوٽي سان نيڻن لڳايءِ؟ پوءِ جيڪر هيڙو حال نه ٿئيس ها.

"ڪتي لئي ڪاٽي، رکيءَ پرت پنهون ۾ سين
سهيو سگهيو جند ڙو، وڃ ۽ چيري چاٽي."

ڏس هاڻي تو سان پو ٽاڻي ها جو ڪري ويا!

سسئي:- ساهيڙيون، اوهين ڇو چيا ٿيون؟
"وڃ پنهون ۾ سين پاڻ کي، ڪوءِ پا رهن ماءُ پيءُ سين،"
"اوهين ٿيون منهنجي پنهل جي گلا ڪريو! منهنجو ور پي ڏوهه آهيءِ هن کي منهنجا ڏير جهٽ ۾ جاتي ويا:

"ور ۾ ڪونهي ور، ڏيرن ور وڌو ڪيو."

اهي منهنجا ڏير هئا، جن مون سان هيڙو ظلم ڪيو. پنهل پيا ري جي لاءِ اوهين مٺان ڪا پڙڪ پرو. آءٌ ڪيڏانهن، پنهون ڪيڏانهن!

---

سروارڻ = جت. لهه = لاڙو، نيڻن. سهيو = سگهيو. چيري = ٻاهه. ور = پل. ور = مڙس. ور = ڏنگ.

"اصل آريءَ جام جي، ٻاڻي آ ء پيڻي
سو جا ڀائن پيو پ، تنهن جتيءَ نہ جيهي
وساري ويهي، تہ ڪيئن ڪي ڪيٺ رهان."

ساميڙي :- تڏهين بہ سسئي، ڏاڙيا مڙهئي ڏاريا. اهي ڪڙا نياڳا پروچ تنهنجا ڏير هٿان جي توکي ڇهوري ۽ پوجهي ويا، اهڙن جتن پروچن جي پاراٽيءَ کي ڪاڏي ڪبو. ڏاڙيا ئي ڏاريا ۽ مٽي، مت تنهنجا ڪيم ٿيا. اهي ڪي تنهنجا رت ڀائي ڪين هئا، جنکي ڪو ڪنڌ و لڳي:

"جت نہ ڀائي رت، ڏاڙيا ڏارئي ڏيهہ جا."

تون سمجهين، هو پلاٽي هليا ويا. اهڙن جو سنگ ڪبو ڪيڏانهن: "ڪهڙ پاراٽوجتن جو، ڪهڙ اڙا پروچ،" جي توکي اهڙي لوچ لائي، پاڻ پيوي ويا ڇڏيون! اي سسئي، هاڻ تون گهڻو روئي گهڻو روئيندين؟

سسئي:- پنهن، اوهين جو تيون گلا ئون ڪريون؟ جي ڪاجهہ بہ هو تہ اُها منهنجي قسمت جي ڪاڻ مٽي.

(١) "گلا ڪام ڪري، لکيو تا نہ ٽري
قضا جا ڪريم جي، ڪنهن تان ڪين ٽري
جيڪي لکيو لوح پر، پاڙيان سو پڙي!

(٢) چا جي ڏنگا ڏير، منهنجو ڏيهن ڏلگو مٽئي
اُنن ۽ اوليرن جي، چا وهٽيو وير

هيءَ ڪميڻي ڪيس جا امر ڪي آڏي ڦري!

ساهيڙي:- تڏهين ڀلا سسئي، جي سمجهين ٿي ته تنهنجي قسمت اهڙي هئي، ته ڀلا پوءِ تڏهين ڇو ويٺي وڃ ڪرين ۽ چوين ته آءٌ وڃي ٿي جهنگل جهاڳيان ۽ ڏونگر ڏوريان! تڏهين ته پاڻ صبر ۽ شڪر ڪري ويهي رهه ته ماڻهين ويچاريءَ کي به ڪو آرام اچي، ۽ اسين به سرهيون ٿيون.

سسئي:- ڀيڻر، اوهين منهنجي لفظن کي ٿيون پڪڙيو ۽ مون موڙهيءَ کي دليان ساڻ ٿيون منجهائڻ گهرو! جيڪي ٿيو، تنهن لاءِ برابر صبر آءٌ ڪٽي ڪريان، پر پوءِ مات ڪري ڪيئن وهان! آدم پوءِ لاءِ ڪرڻ ۽ ڪوشش محنت ڪرڻ ته منهنجو فرض آهي. بس، آءٌ ور پنهنجو وڃائي ويهي رهان! اي ڀيڻر، اهڙو صبر ۽ شڪر مونکي ڪرڻو ڪونهي:

"صبر ۽ شڪر کي ڪاڏي آءٌ ڪندي
آهيان جنهن سندي، سو ته گهرجي ساڻ مون."

ڀيڻر، منهنجي جا ،، ۸ جميعت ڪانهي؛ موت پڇاڙا آءٌ ڪيئن سگهه سهان!

"ناهه جميعت جان کي، موت پڇاڙا هير
ساڄن ڪارڻ سير، وڙهندس وندر جا."

---

سير - رستا.

ساهيڙين ڏٺو ته هيءَ سسئي ته ڏکيءَ ٿي بيمار ساڻ سمجهي، ۽ ڏکي ٿي دليل ساڻ سمجهيائون سو هڪڙيءَ کي ته تصور آيو، جو ڪارهيس اڳ ئي ته هي ڪهڙو پنهون آيو جنهن هڙو اسان جي شهر ۾ ڏکر آندو، سا ڇوٽ لڳي سسئيءَ کي.

ساهيڙي:- پڏوڙي سسئي پڏو، ڏٺو تنهنجو پنهون. جي توسان ڪا امڙي پريت، هنجيس ها ته وري نه قافلي ڪان پاڻ جدائي تو ڏانهن وري ها. هاڻ سسئي، ڇڏ اهو جهڙو ڪاروبار ۽ اسان ساڻ ٿي ويهه؛ هاڻ ڇڏ پنهون جي پڇڙ.

سسئي ويچاري هئي ڪوجن پڏي بلڪل روئڻ لڳي ۽ ساهيڙين کي چوڻ لڳي، ته پيغمبر اوهين ٿيون مون سان ٺٺوليون ڪريو، جو اوهانکي "گهاءُ نه لڳو گهڻو جو." اڏيون، "جو نه اوهان، سو مان سور سرتيون." منهنجي ڏکر جي اوهانکي ڪهڙي پروڙ! اوهين سکيون آهيو، پر آءٌ اگهي آهيان. "مٺ مٺ سورن سيڪندهن، مونوٽ وڙا ڪا!"

"جا مرڻ مروٿي، سا سرتيون، ڪيئن سگهي ڏسي."

پيغمبر، مونکي اوهانجي سنگت ۾ سکر ڪونه ٿو اچي.

"سيا سيا هي، آهي آرڻ جام ري."

منهنجي دل تان درد جو دود لهڻ جو ڪونه آهي.

---

سيا هي = اونداهي.

اوهين جاڻ جڏهن پر آڻهن پنهور ڪين وهندس :
"جڏهن پنهور، هينئون هت نه ولدري."

پنهنجي مون لاءِ هن پنهوره دوزخ جون ڏونهيون
آهن: "هن پنهوران اُجاڙ، سرتيون سُڪريا نيان."
"پنهنجو هن پنهوره، گهايل تي گهاريان،
سڄڻ جي سانگ ويا، سيئي تي ساريان
سي ڪيئن وساريان، جي وڃڻ مون وات تيا."

ساهيڙين ڏنو ته هن نينگر کي ڪو اونهو درد لڳل
آهي، سي آخر مات ڪري ويٺيون. ڪي مخاطب هيون، جي
سسئي کي چوڻ لڳيون ته اسين نه توسان هلنديون سين!
سسئي اتي هاٿي ڏونگر ڏورڻ جا سانباها ڪيا. ڪيتري
مائٽن جهل پل ڪيس، پر هن ڪين پڌو .

# سسئي ۽ ڏونگر

هڪ ٻه ساهيڙيون هيون، جن جي سسئي سان دل
گهٽي هئي، سي سسئي کي اُبرائڻ هليون. سسئي جا
ڪيو جو جو گرڻ جا ڪپڙا ڪٽي پاتائين ۽ آسري الله جي
نڪري پيئي. جڏهين پنهور جي حد ڇڏڻ تي هئي،
تڏهين ساهيڙين جو منهن لهڻ لڳو! سسئي چيين ته اديون،
اوهين هاڻي موٽي وڃو. اوهان وريتيون آهيو،

اُجاڙ = ويران، سڃ. وات تيا = هليا ويا.

اوهان جا ور اوهان جي گهرن ۾ ويٺا آهن؛ توهين وڃو ۽ وڃي گهر سگهي ٿيو. هي ڏونگر مونکي ڏورڻو آهي؛ اوهين ڇا ڀلي ڪنديون؟ منهنجو ور هتي ڪونهي، سو آءٌ وينديس ور لهڻ.

(۱) ورٽيون ورو، آءٌ نه ورندي ورري
ڄاڏي هن جبل جو، تانگهينديس ترو.

(۲) وڃو سڀ وري، آئين جي ورن واريون
ڦوڙائي فراق جي، سُڃي ڳالهه ڳري
پنيان جن پري، ڏونگر سي ڏوريندي يون.

سرتيون اتي سسئي کان موڪلائي روانيون ٿيون. پوءِ "سسئي پيا سور، ويا وٺيندا پار ڀر!"

سسئي کي هاڻ ڏونگر اڳيان هو. کيس خبر ڪا نه هئي ته وڻڪار جو ملڪ ڪهڙو آهي. سمجهيائين ته لنگهائيندي ويندي يس:

"واقف نه وڻڪار جي، اڳ نه ڏيهه ڏٺل."

ڏونگر ۾ ڪو جهڙو تهڙو ڪونه هو. پاسن کان جهنگل ۾ هئا جتي "جيتا جور جهنگن ۾، ڀر ۾ ڀلائون." انهن جهان تي جڏهين ڪاڙهي جي منڊ اچي ۽ سج

---

ڄاڏو — وڏو، مضبوط. تانگهڻ — ڳولهڻ. سُڃي — پٽ جي.
جهنگن — غارن.

ٻن سين ۾ ٿئي، تڏهين ته نعوذ بالله آهي! ڪوسا ٽپڻ ڪڪرا، ٻي دمدم ٽپي ڏر! لڪون لڳڻ ڪوسيون، ڏاڍا ٽپڻ ڏيڻهن. ڏونگرجون مٿا نهيون چوٽيون "ڏار" ڏسيو ڏيپ وڌيو وڃي، ته اتي ٻيڄرو ڪيئن چڙهبو. انهن ڏونگرن جا ڏاڪا ته بلڪل آهڙا کهرا هئا. جبلن تي رستو شهروارو ڪونه ٿئي؛ اُتي ته آهن تنگ ٻيڄرا، جتي ڪٿي ڪٿي ته پير رکڻ جي مس جاءِ ٿئي؛ جي پير ترڪي ۽ ڪري، ته ٿئي چڪنا چُور. سي به ٻيڄرا ڪي سڌا ڪين وڃن؛ پر وڃن وراڪا ڪندا. مطلب ته اهي چڙهاڪا ريڄا رڳي سستيءَ کي لنگهڻا هئا!

"آڏَ ترڇا آهڙا، ڏونگر ڪي ڏاڪا
ڦٽيا پير فقيرِ جا، چڙهندي چڙهاڪا."
"آڏَ ترچا آهڙا، وِنگا وَرَ واٽُنِ."

مطلب ته رڳو انهن ڏونگرن ۾ رهندڙ ٻهاڙي سو انهن ٻيڄرن جا واقف آهن، باقي ٻيا ته ڪين هلي سگهن؛ پر ڪڏهين ڪڏهين ته ٻهاڙين کي به ڏاڍي تڪليف ٿيندي آهي. هماليه جي جبلن واسي ساوڪ ۽ سبزي ۽ وڻ ٽڻ خوب آهن، پر هن ڏونگرن تي فقط ڪٿي ڪٿي وڻ آهن

---

ڏر = ڏرتي. آڏ ترچا = آڏا ٽيڏا، آڏا اُبتا. آهڙا = کهرا، ڏکيا. ونگا = ڏنگا.

۽ پوءِ ميهڙي ۾ آئي، نه ته گهڻو ڪري ڪمائڻ آئي.
سندن ماڻهن ۾ واري ۽ رهڻي به زور تي هوي، پر ڪيترا لڪ پاڻ ڪل لنگهڻ مشڪل آهن:
(١) ڪرڙا ڏونگر ڪَهه گهڻي، جت بربت سُڄن بيابان ڏاهن ڏاهب وسري، ٿيا حريف ٿي حيران.
(٢) ڪرڙا ڏونگر ڪهه گهڻي، جت واٽن تي واري آڏا لڪ لطيف چئي، پر سڄڻ باري.
(٣) ڪرڙا ڏونگر ڪهه گهڻي، جت جبل گونا گون ليڙن جو، لطيف چئي، تنگ تنوارون ٻون.
(٤) ڪرڙا ڏونگر ڪهه گهڻي، جت ماٿِر مٿا نهين سڄن ٿا، سيد چئي، اُت مرون مهائين.
(٥) ڪرڙا ڏونگر ڪهه گهڻي، جت رُڃ تنوارائو تِتِرُ ٿئي مرتن کي، ڏونگر ۾ ڏائو.
لطيف ٿو چوي ته شال نه ڪنهن کي ڏونگر ۾ تتر ڏائو ٿئي. تتر کي پاسي جي ڏس ۾ آيو ته اهو جتبو ته مسافر لاءِ بد سوڻ ٿيو؛ جو ته جي رڃ ۾ رات رليس ته حامي ڪو نه ٿئيس!

---

ڪهه = ڪاهه، تڪليف، پنڌ. بيبان = بيابان. حريف = ڏاها. گونا گون = طرحين طرحين. تنگ = سوڙهيون، ڏکيون. مهائين = هيبتناڪ، زبردست.

سسئي ولاڙا رني وئي ڏونگر ڏوريندي. ٿڪجي پيئي ته به ماٺ نه ڪيائين. جي صبح جي ٿڌ هجي ها ته چڱو، جي منجهند جي تتي هجي ته چئو پيئي هلي:

"ڏڏيءَ ٿڪجي نه وهي، تتيءَ ڪري ڏاڍ."

جڏهن پيئي هيڪڙو جبل لنگهي، ته وري ٻيو ٻيو اڳيان هيبت جي هاٿي جيڏو ساڃهيس:

"جيڪو جبل لنگهيان، سو هيبت جو هاٿي!"

پرهڻجي دل ۾ اهڙو ڪو ٻيو هو، جو پنهونءَ جي خيال ۾ چڙهندي وڃي:

"پرِ ۾ پنهونءَ جو، ڪَڙي ۽ ڪَڙهي
سورن سڃهائي، جيئن پٽيو جو تنهن چڙهي."

وريو جو متان ڏونگر جا ڏار ڏسي ته ذرا دل ڏهاڄيو وڃيس، پر وري به پيئي پاڻ کي چوي:

"بسي ڏونگر ڏار، جِم هلڻ ۾ هيٺي ٿئين."
"متان ڪجي ماندي ٿئين، اڳيان ونڊر ٿيندي ئي وس."

جيڪو پيو وات تي گذ جيس، تنهن کان پيئي پڇي ته اوهان ڪي ڪو قافلو گذريو؟ ڪيترا هنڪي ڏسيو پيا!

---

ڪڙي = گهنڊ پيندي هلي. ڪڙهي — روئي رڙي.
ڏار = ڦاٽ، جبل جي چوٽي يا مٿانهين شاخ.

حيران ٿين، ته هيءَ جوڳڻ جي ويس ۾ حسين صورت ڪاڏي ٿي وڃي. هونءَ ته وڏو خوف اڳيان هوس؛ پر جنهن مهل آهي، تنهن اڳي ۾ گهڻو ڪري فقيري لباس جو ادب هو. سسئي پيئي پڇي:

"آن ڪي ويندا ڏٺا، اُٺڙيءَ سِتَ سُوار؟"

خاطر جهڙو جواب ڪو نه ڪيئن مليس!

"سسئي پڇي سات جا، اوطاقون اوتارا
آن ڪي ويندا ڏٺا، آرياڻي اهبارا."

## سسئي ۽ وڻراه

ڪنهن وقت هڪ ماٿريءَ مان لنگهندي سسئي کي وڻراه مان لنگهڻو پيو. اُتي ۾ ٻيچرا اهڙا هئا جو ويچاري منجهي پئي پيئي، تڏهين اُتي ۾ بيٺي بلڪ پکين کان پڇي ته ٻوليو پکيڙا، ڪٿي ٻنهون ڪوڏلو؟

"پڇي پهه پکين کي، پيئي مُنڌ پرياڻ
ڏِنَسِ ڏيهه وڻن جا، تِنِ الله لڳِ اُهياڻ."

ڪڏهين وريو وڻن سان پيئي ڳالهيون ڪري. گهڙيءَ جتون پيئي ڪرين، ته گهڙيءَ طعنا پيئي هڻين:

---

ست = ريت، طرح. سات = ٽولي، قافلو. اهبارا = انهن پارن وارا. وڻراه = جتي وڻ گهڻا هجن، وڻڪار. پهه = ڏس. پرياڻ = ڏس.

(١) وارو مون وٽراهه، ڪا سُڌ سُونهن جي نه ڏئين
واري وراڪن ۾، معذور ڪيم مُنهنجاءِ
مُنهنجهئين ٻهڻ ٻيا ڏيون، هادي ٿي هلاءِ.
(٢) وارو مون وٽڪار، ڪا سڌ سُونهن جي نه ڏئين
وِڙهيا ويراڳين سين، لڪن جا ليار
آهي اسونهن جي، مٿي تو مٿا ٻ.

ڪنهن وقت اوچتو ڪو آواز ٿئي يا رڙ ٿئي، ته هن ڪي جو من ۾ هوئي پنهنجو پريتم، سا پيئي پانئي ته اهو ۾ ڪو آواز پنهونءَ جو آهي! سو مست ٿيو پيئي پيت ڏئي. هن ڪي هر وقت پنهونءَ جي يادگيريءَ ۾ سڀ آواز مٺا راڳ ٿي ساڄهيا.

ڪنهن وقت ته ٻاڻ ۾ جو وني ٿي آواز درد مٺجهان ڪيائين، پوءِ ته ائين ٿي پانيو ته جڻ عاشق جتونءَ جي جانگهار آهي يا ڪويل جي ڪٽڪار آهي.
(١) رڄن ۾ رڙ ٿي، ڪَر ڪوڙل جي ڪُوڪَ
ڏاڙلوءَ وڏ ڪَ، ائِي تان آهي عشق جي.
(٢) رڄن ۾ رڙ ٿي، ڪَر جتونءَ جي جانگهار

---

وارو = وار ڪندڙ. هادي = سونهون. ليار = وڻ جو قسم. ڪر = جڻ. ڪوول = ڪويل. ولولو = آواز، هل. وڏڪ = دانهن، رڙ.

اهڙي عشق جي اُنڪار، نعرو آهي نينهن جو.

(٣) رڳن ۾ رڙ ٿئي، ڪَرڪَرڪي ڪاڻِ
نعرو منجهه نِڪونج، ائين ٿان آهِ عشق جي.

(٤) رڳن ۾ رڙ ٿئي، ڪَرسارنگي سازُ
ائين عشق جو آواز، ماڻهو رکن مُنڌ تي.

شاهه ٿو چوي ته اهي آواز عشق جا هئا، جو سسئي پنهنجي عشق جو روپ ٿي ويئي هئي.

ڪنهن وقت ته ويچاري پنهنجي سڏن جا پڙاڏا پين آوازن جا پڙاڏا ٻڌيو پيئي يا ٻڌيندي هئي ته ڪو پنهونءَ جو ته آواز اچي؛ سو وڻن تي چڙهي وڃيو نظر ڊوڙائيندي هئي:

”وِلاڙيو وڻين چڙهي، ڏاڍو ڏوري ڏور
سپيريان جي سُور، پري پڙاڏا ڪري.“

سسئي ويچاري ائين پيئي ڏينهن ڪاٽيندي هئي، رات ٿيندي هئي ته ڪنهن نه ڪنهن جابلو گوٺ ۾ رهي پوندي هئي. گوٺاڻن کي عجب لڳندو هو ته هيءَ جوان جوڳڻ ڪيئن ٿي اڪيلي گهمي. ڪڏهين ته

---

اُنڪار = آواز، دانهن. نعرو = هڪل، هل، رڙ. نِڪونج = گرداب، ڪُن. وِلاڙيو = ڪاهه ڪري، ڊپ کان سواءِ.

ڪو قافلو اُن جو هوندو هو ته اُنهيءَ سان ٻه هلندي هئي؛ ٻرهيءَ جا ٻنهنجن دڪن ۾ ٻيڙيل هوندي هئي، سا اڪثري اڪيلي هوندي هئي. رات ٿيندي هئي ۽ سج لهڻ جي ڪندو هو، تڏهن ٻچي دل ۾ سسڻ لڳندي هئي، جو سمجهندي هئي ته اهو ٻه وقت رات جو اچايو ويو جو ٻنهون ۽ ڪي ملڻ ۾ دير ٿيندي. رات جي وقت جبلن جي ٻيچرن تان لنگهڻ رواجي مسافرن لاءِ ته ناشدني آهي، پر چاڻو ٻهاڙين لاءِ ٻه نهايت مشڪل آهي. سو جڏهين سج لهندو هو ۽ هيءَ ڏسندي هئي ته هاڻ اولهه جون راسيون سج جي سرخاڻ رتيون آهن، تڏهين هيءَ سج کي ڏاڍا ڏوراپا ڏيندي هئي. سج کي چوندي هئي ته اي سج، تون ڇو ٿو اهڙو سوير لهين؛ اِها تنهنجي سوير مونلاءِ اوير آهي، جو آءٌ ٻيچرو رات جو ڏسي ڪين سگهنديس. ٻيٺي چوندي هئي: اُلهي سج اوير، مَ ڪر معذورن تي!

(١) ويو ٻار وجو نڪري، هاڻي ڪريان ڪيئن
سج اُلٽي سيئن، سَتُون ڏينديس سج ۾.

(٢) ويو سج وطن تان، راسيون رتائين
مونکي مارايائين، آيل اوندهه ڪري.

(٣) ويو سج وطن تان، راسين ڏيئي رڱ
جنهن سان منهنجو سڱ، سو ڪوهيارو ڪيائين ٿيو.

---

اُلهي = لهي.

# سسئيءِ سج

شام جي وقت جڏهين اونداهي ڇيڻ تي ايندي هئي، تڏهين سسئي جا نر برهه جا آواز ڪيدي درد ظاهر ڪندي هئي! چوندي هئي تہ اي سج، مان پنهونءَ کي ملي ڪا نہ آهيان، تنهنڪان اڳ، ڙي پيارا، تون ڪيئن ٿو لهين! اڙي سج، مون مسڪين جو من ڪو قياس ڪرينءَ منهنجو ساهہ ٿو پنهل لاءِ ائين سڪي جو جڻ تہ مون لاءِ سڪرات جو وقت آيو آهي. پر اي سج، هاڻ ڀلا ڀيو نہ ڪرين تہ مون منهنجا نياپا سنيها وڃي پنهونءَ کي ڏين تہ ڏکي هيئن درد پر ماندي آهي. مطلب تہ روز سج لهندو ڏسندي هئي تہ چوندي هئي: "آءٌ نہ گڏي پرينءَ کي، هيءُ پڻ ڏينهن ويو!"

(١) آءٌ نہ گڏي پرينءَ کي، تون ٿو لهين سج
آءٌ جي ڏيانءِ سنيها، نيئي پريان ڏج
وڃي ڪيچ ڪنج، تہ ويچاري وات مٿي.
(٢) آءٌ نہ گڏي پرينءَ کي، ٿورا ڏينهن ٿيا
راتيون روز ويا، عبث آرڻ جام ري.
(٣) آءٌ نہ گڏي پرينءَ کي، سهسين سج ويا
هلڻ وير هئان، ديکي شال دم ڏيان.

---

عبث = اجايا، هئان = هتان، ديکي = ڏسي.

مطلب ته سسئيءَ ويچاريءَ ڪيترائي ڏکڙ ڏٺا، ڪنڊا پيرن ۾ لڳس، پيرن جون تريون پٿرن جهڙي ٿي پيس، لڱا ڦاٽڻ لڳس، ته به پرواهه ڪين ڪيائين. ويچاري نازڪ نينگر جٿين وڃي هلندي، تٿين وڃن جبل وڏندا. هڪ وڻ لنگهي ته وريو ٻيا وڻ پيا اچن! ڪري سو ڪري ڇا! وري جو لڪ لڳندي هئي، تڏهين ته جنسي تپ چڙهي ويندو هوس:

”لڳي ڪوسو واءُ، لوڪ مُڙيوئي لَهِسيو.“

جي پنهنجن گهرن ۾ ماڻهن کي ٿي آرهڙ جي لهس آئي، ته پانيو ته جبل تي ڪهڙو سسئيءَ جو حال هوندو. ڪنهن مهل ته واري اچي وسندي هئي، ته ويچاريءَ جو پيچرو به گم ٿي ويندو هو! ”واري وسي وات ويئي!“ ڪن ڏينهن کان پوءِ سسئيءَ جو بدن توڙي من ٻئي ٽڪجي پيا، ته به دل ۾ جو درد هوس، سو ڪاهيندي هلي. پيئي وڻن ۽ ڏونگرن کي آزي ڪندي هئي ته اي وڻو، توهين پهاڙ ڪيڏن پيا وڏندا وڃو! اڙي ڏونگرو، اوهين ڪيڏن اوچا ٿيندا پيا وڃو! ٻيلي ڪو مون موڙهيءَ مسڪين جو به ته خيال ڪريو. هر وڻ ٻڌن جو ٿا؟ ڏونگرن کي ڪي ڪن هجن ته ٻڌن! اوڏي مهل ويچاريءَ جي نيڻن مان پاڻي وهڻ لڳندو هو ته وري

لهسيو — ڪاميو، سيڪ آيس.

نوڪرن کي ٻڌائي چوندي هئي، ته اڙي ايڏا، ڀائي اوهين وري ڪيئن ٿا ٿيو! پوءِ تڏهين آءٌ ڪيئن پنهل جو پير ڏسي سگهنديس. اڙي وٽراهه، تون مونکي پنهونءَ جي سونهن نه ٿي ڪرين، ڪو رستو نٿي ٻڌائين! اڙي وٽراهه، تون ٻڪ سمجهه ته مونکي ڪهڙا به ڪٺي تنهنجا ڪنڊا لڳن ته به آءٌ ماٺ ڪري ويهي رهڻ واري ڪين آهيان:

”وڏو ڪيم وڻا، اوڇا ڏونگر م ٿيو

ٿمو م نيڻا، ته پير نهاريان پرينءَ جو.“

هڪ هنڌ ته ڪنڊو اهڙو لڳس، جو پير ڇسي وڃي پيس: هن آهي ڪنڊا به صبر سان سٺا. پر جنهن وقت پوندو ويو تنهن هنجو وڇوڙو وڌندو ويو. شاهه ٿو چوي ته وطن جي ڪنڊن جا وڍ هيءَ سهي ٿي ويئي؛ پر هن جي اندر جي درد جو وڍ اهڙو هو، جو وڍ به ڪين ٿي سهي سگهيا. اهڙو ته ڪو هنکي اندرئين ڏک جو ڏڍ هو، جو هي ٻاهريون وڍ هنکي معلوم ئي ڪو نه ٿي ٿيو. هنجي اها حالت ڏسي جيڪو لنگهيو ٿي، تنهن کي عجب لڳي ٿي ويو:

”وڻ وڍيائين وڍسين، ڪو جو وڍيءَ وڍ

ڏُکَ ڏکيءَ کي ڏڍُ، جن ڏٺي سي ڏکيا ٿيا.“

---

ڏڍ — آٿت، دلاسو.

ڏاڍون نه ٻڌان مرليءَ جو آواز ٿيو اچي. جهنگل ۾ جبل جي اڪيلائيءَ ۾ مرليءَ جو سراڻو هوندو آهي، جو آرام به ڏيندو آهي، پر تنهن سان گڏ دل به ٿيو اُڏاريندو آهي ۽ منجهس دکن جي ڪوڪار به هوندي آهي. اُها مرلي جڏهين سسئيءَ ٻڌي، تڏهين سندس من ۾ جي آيو، جو ته اُها مرلي به بانس جي وڻ جي هئي، ۽ اُن وڻ مان اُها مرلي "وڍيل" هئي. تڏهين تي سسئي چوي ته اي مرلي، تون جي وڍي آهين، ته آءٌ به وڍي آهيان؛ تون ته مرلي وايون ڪرين، جو پنهنجي وڻ جا ٻن ٿا ياد پونئي؛ آءٌ ته دانهون ڪريان جو مونکي پنهون ٿو ياد پوي. بلڪ آءٌ نه رڳو وڍي آهيان، پر ڪٺي به آهيان، جئين ٻڪري پنهنجي هڏن ۾ پنهنجي ساهه لاءِ ڪوڪاري، تئين آءٌ به پيئي ڪوڪاريان:

"وڍي تي وايون ڪري، ڪُٺل ڪوڪاري
هن ٻن پنهنجا ساريا، هيءَ هنجون هڏن لئي هاري."

سسئي ويچاري ڪيترا ڏينهن ڏونگرن تي هلي، ته به سندس پنڌ پورو نه ٿيو. ڪيترن ٻانڌين کان پيئي پڇندي هئي، ته پيلي اوهين ڪو ڏس ڏيو، ته هو ٻيا

---

ٻارانيا = ڏوراڻا.

جوندا ھئس تہ اڃا پنڌ پري آھيئي. ھئي پنڌ پور درد مان ڀيٽي ڪين ٻارانيا ڏيندي ھئي، اھڙا جو پنڌ ڏيندي ھوءَ سورن ڀرڄي ويندا ھئا:

” ڪنھن جنھن ڏُکان ڏئي، ٻارانيا ٻانڌئين
سور ٻريائين سي، ڳالھہ ڪيائين ڪنھين !“

آخر ھاي ھاي ٽڪجي پيئي:

” ڦٽيا ڦُرط فقير جا، سيرون ٽيٽرا سي.“

پر ڏونگر نہ وڃن وڏندا. تڏھين لاچار ٿي ڏونگرن کي ڏکيا ڏورابا ڏنائين. ھڪ ڏينھن ڏونگر جي چوٽي تي چڙھي پانھون اُچاي پانيڻ، جا سسئي ھئي، تنھن ھيڻئين ء ريت ڏونگرن کي ڏکر ساڻ ڏاريو:—

” چڙھي ڏاڍين ڏونگرين، پانيڻ اُچاي پانھون.“

(۱) ڏونگرتون ڏاڍو، ڏاڍا ڏاڍايون ڪرين
مون تَنَ اندر تيئن وَھين، جيئن وڻ وڍي واڍو
ڪرم جو ڪاڏو، نا تہ پَٿَرِ ڪير پنڌ ڪري.

(٢) ڏونگر ڏُکَ سَندا، پرين ء گڏ جان تہ چوان
پِنئي ٿئين پورائون، پيا وِنگا وَرَ سندا ء
جگي ڪا نہ ڪياءِ، پيرُ وڃائي ء پرين ء جو.

---

ڦرط = پيرن جا پب. سيرون = جھڪ جھڪ. ڪاڏو — چڪ. پنئي = پِڇڻ سان. پورائون = پرندڙ.

(٣) ڏونگر ڏُس ٻرپٽ جو، قافَ نہ ڏٺين ڪو
قطارِيا ڪالھہ ويا، توڏا وڌا ن تو
ھوتُ مُٺيُ جو هو، ساڄنُ اُنهيُ سات ۾ ؟
(٤) ڏونگر ڏورا ٻو، ڀِريون جو نديس ٻرپٽ کي
ڌَ ڀِڄَ ڀير پتون ڪيا، تَريون ڇِڄيون تو
رحم نہ پيؤ روح ۾، قدر منهنجو ڪو
واڪو ڪندي يس وو، مونسين جبل تو جاڙون ڪري.
(٥) ڏونگر مون مرُ ڏکوءِ، آءٌ اگہ ڏکوئي آهيا ن،
سارِيا ن ڪو نہ سُکوءِ، سور گهٽيئي سخيرا ن.
(٦) ڏونگر ڏُکوئِن کي، دلاسا ڏجن
گهٽُو ٻاجهي تنکي، جن وڌا ن هوتَ وجن
تون ڪيئن سَخدا تن، ڀِڄ ڀير ڏکوئين.
(٧) ڏونگر ڏکر ٿئي، مون توسين ڳالھہ ڪي
ڀاڄا آءٌ مٺي، سور سُٺائي ٻرپٽ جو.
(٨) ڏونگر ڏکوئيون، تو ۾ اورڻ آئيون
جي آڄن ڦوڙائيون، ڏجن دلاسا تنکي.
(٩) ڏونگر ڏکوين کي، ڳِل نہ سُکا گهوڙها

---

قاف = جبل. قطاريا = قطارون ڪري. توڏا = اُٺ.
جاڙون = جنيون. سکوءِ = تنهنجو سکر.

موءِ جي ڀڃڻ ڀَبَ جا، سي لاڄي ٿيا پورا
گوندر جا گھوڙا، وڃن جانِ جدا ڪيو.

مطلب ته وڏيءَ جي دل ۾ اھڙو ڪو ڏار ھو، جو ڏونگر جي دل لاڄي پيئي، ۽ پٿر جو لاھا ڙيءَ جو طعدو ڏونگر کي ھنيا ئين، تنھن تہ ڏونگر کي ڏاري ڦٽو ڪيو:

”تَپي ڪندين ڪوهُ، ڏونگر ڏکوين کي
تون جي ڀڃڻ ڀَبَ جا، ته لڳُر مھنڊاڄا لوهُ!“

ڏونگر کي حيرت لڳي ته ھيءَ نازڪ بدن ۽ ڪنول نين ڇوڪري، تنھن سان مون ھيڏيون جنيون ڪيون ته ھن جي اھڙي دل آھي، جو ڪومل لڳن کي لوھ پيئي سمجھي، تڏھين ڏونگر ته ڏري پيو. ۽ شاعر ٿو جوي ته ڏونگر جي دل ۾ تتي پيئي ۽ روڄ ڪرڻ لڳو. ھڪ پاسي ڏکي سسئي ته ٻئي پاسي ڏونگر، ٻئي رڙڻ لڳا:

(۱) ڪي جي ڪيڏيا پار، ڏکيءَ ڏونگر ھاڻ ۾
سُٺي سا تنوار، ميرون پيا ما مري.

(۲) ٻئي ويٺا روُنِ، ڏکي ڏونگر ھاڻ ۾.
کدھنکي ڪين ڇڙن، مڏاڄھن جو ٻرپتڻو.

(۳) اڄ ڀڻ ويٺو روءِ، ڏکي ڏونگر ھاڻ ۾
کوھياري جو ڪوءِ، اڃي سورُ آڏميو.

---

ڀبُ = ڇبل جو نالو. کوھياري = ٻڌون. آڏميو = جاڳيو، اُٿيو.

جا نہ شاعر جي دل ۾ ڪو درد آهي، جڏهن هُن ٻاهر جو ڪلام تہ نہ ڪري! شاعر پاڻ تہ چوي ٿو تہ "اهو" قرب جو ڪاڙهو" آهي، جو سسئيءَ جي دل ۾ هو:

(١) نماڻيءَ جي نِجهري، رُوئڻ ۽ راڙو
ڪُنلِ جي قلبَ ۾ قرب جو ڪاڙهو
هوتن لئي هاڙهو، سڀ رِڱيندِيس رَتَ سين!

(٢) آڪڙين ڪي نہ ڪيو، رَتُ نہ رُناؤن،
آيي ڏناؤن، ڦوڙا ڦيا سپرين.

(٣) ڪاڙهيون اوُنيون آڪيون، ڪُنيون ڪين ڪُڇنِ
مُنيون ماٺ نہ ڪن، هنيون رهن نہ هوڪ ري.

ويچاري واٽن تي ويني روئي رت ڦڙا ۽ ائين پيئي لوڇي ۽ چوي:

" نڪي تي جِيان، نڪي مُئي آهيان!"

## سسئيِ ۽ مڪراني

سسئيءَ ٻئي ڏينهن ڏٺو تہ ڏونگر جي اچي ٻچاڙي تي آهي. پريان ڏٺائين تہ وڻ آهن، جن جي پاسي کان هڪ جڳو خاصو شهر آهي. سسئي ويچاريءَ ڄاتو تہ ماڻ ڪيچ مڪران کي اچي پهتي آهيان، ۽ شايد هو شهر جو

---

هاڙهو = جبل جو نالو. اوُنيون = ڪاڙهيون، سڙيون.
هنيون = نپا ڳيون.

ڏسڻ ۾ ٿو اچي، سو ڪو وڏو ڪار جو ٿيو آهي، جتي ٻڌون ٿو رهي! سڀ منجهان پير ٽڪرو ڪڻڻ لڳي ته ڪتن جي ڀونڪار ٻڌڻ ۾ آيس. اڳيرو هاي ته ڪتا ۽ وڌندا آيا، ۽ سيالوڪ ڏانهس ڀونڪڻ لڳا. هن ويچاري پاڻيو ته هي ڪتا جي هن وڏي جاء وڏان ٿا اچن، سي ته ڪي ٻڌون جا ڪتا آهن، سو هنڪي ڏسي ڏاڍي خوش ٿي. هن پاڻيو ته ٻڌون وٽ هريل آهن، ۽ مونکي هي جانوري ياد ٿا ڪن!

”تن ٻهڻي جا ڏارن ياد، جي ٻاڙهيل ٻڌون جام جا!

جنهن ڪتا پيا ڀونڪن، تنهن سڀئي ٻهڻي پاڻي ته هي مونکي پيڻ آيا آهن:

”جي ٻاڙهيل ٻڌون جام جا، سڀئي پيڻ سي.“

ڪتا ته ماڻ ئي نه ڪن، اٿاوهڪ ته مٿس ڪاهه ڪرڻ لڳو:

”ٻهي ٻونڪي اٿيو، گرڙي منجهان گهور.“

تڏهين ٿي سڀئي جوئي ڪتي ڪي اڙي ڪتا، مان ٻهڻي پاڻيان ته توان قريبن جو ڪتو آهين، سو مونکي ۾ قريب سمجهي ۽ ڀونڪار ٻڌ ڪر. جنهن

---

ٻهي = ٻاهوڙ ڪري، ٻونڪي. گرڙي = گهمرڪري، ٻونڪڻ جو سعيو ڪري.

پنهون جونڊو اٿيئي ”هڙ“ تہ مان ڪري وهندو آهين، سو هاڻي وري ڪيئن ٿو عاقي ٿين!

”ڪتا قريبن سين، پوري پڙ م بيٺ.“

اي ڪتا، آءٌ ٻہ قريب آهيان، مونسان دعويٰ ٻہ نہ ٻو:

”جنهي سندو آهيئين، سي جونئي هڙ
ڪتا قريبن سين، دعويٰ پئي م ڏڙ.“

پر ڪتو تہ مان ئي نہ ڪري! تڏهين ٿي سسئي

چڙمان ڪتي کي چوي:

”نڪي آهيون ڇڙا، نڪي آهيون چور
هانگاما ۽ هور، ڪتا ڪرئين ڪِن ٿي؟“

ڪتي کي ٻہ ڪا لڄ آئي يا ڪا سمجهہ آئي، تنهن ڪڏي مان ڪئي؛ يا شايد هن درمند حسن واري نينگر جو پيار مٿس غالب پيو، سو ڪنڌ هيٺ ڪري پاڇو لڏڪائڻ لڳو، پانءِ تہ ائين ٿو چئي تہ مون رڳو تنهنجي آزمائش ٿي ورتي؛ آءٌ لڄ ڪين آهيان، ٻہ ساڻ آهيان!

---

هڙ = پاڇا ئڻ لاءِ هڪل. قريبن = دوستن، ويجهن، پيارن، مائٽن. عاقي = نافرمان، باغي. بيٺ = جيلهہ، هوڏ. ڏڙڻ = ڇهيڙو ڪرڻ. هور = آلر، ڪاهہ.

"ڪٿو جنهين قريب جا، آهيون ساڃ سڀئي،
پورين پاٽ پهي، لاڳيون پوءِ پانڌين کي."

ايتري ۾ ڪو واٽهڙو لنگهيو جو به مسافر هو، تنهن کان سسئي پڇڻ لڳي، ته هي شهر آريءَ ڄام جو آهي نه؟ تڏهين لانگهائوءَ چيس ته اي جوڳڻ، هي شهر آريءَ جو ڪونه آهي، ڪيچ مڪران ته اڃا شروع ئي هينئر ٿو ٿئي. اڃا هو ڏونگر وڏا اڳيان آهن، تن جي پريان جو جهنگل آهي اُهو لنگهي پار پهچبو، تڏهين آريءَ ڄام جي وطن وارو ملڪ ايندو وڃي پنهون تو رهي؛ پر اي جوان جوڳڻ، توکي ڪهڙي پيئي آهي جو تون لڪ لنگهڻ نڪتي آهين؟ سسئي ويچاري، هيءَ خبر پڌي ته سندس دل ئي هارجي ويٺي؛ پر تڏهين به آٿت ٿيس ته وري به ڪيچ مڪران جي پنڌ ۾ ته پيس، هاڻ ويندي پس پڇائون ڪندي. اُنهي شهر ۾ جتي پهتي، اُتي ماڻهو به اهڙا ٿي ڏسڻ ۾ آيا جهڙا پناڻ؛ سو سسئي سمجهيو ته هي پناڻن جو ملڪ آهي. هنن جي ٻولي به اڌ پارسي ته اڌ مڪراني هئي. سسئي هنن جا عجيب عجيب لفظ پڌا. ڪهڙيون پيارا هو ٻوليون ڪن! پناڻن جي زالن جڏهين سسئي کي ڏٺو، تڏهين هنکي ولي اچي گهر ۾ وهاريائون، ۽ هنجي خاطري ڪيائون، پر

---

ساڃ — هتي چور جو ضد، خير خواه.

سسئي مس ڪو اڪڙ ٻڪڙ سنڌي لفظ ٻڌي سمجهي. هن پنهل کان ٻيئي سوال پڇي، پر ٻنهي کي سمجهي نه سگهيون، ورتي ڪو پارسي پر جواب ئي ڏين، سو ويچاري سسئي سمجهي ڪيئن!

"ٻنهي پنهل سان، ڳالهيون نه پڇيون
آءٌ سنڌي ٻولي نه سمجهان، تو پارسيون پڇيون!"

ڪهڙا ڪهڙا لفظ پڇا ڪيا آهن! سسئي پر ڪي لفظ اهڙا پڌا هئا. ڇالاءِ سنڌ ۾ سنڌس ڏير سنڌس گهوٽ آيا هئا، ڏٺائين ته ڪي به ٻوليون ڳالهائيندا هئا، ۽ ٻنهي هن کي جواب ڏيندو، سو سسئي ڪو ڪو لفظ ڄاڻندي هئي! "وڃ" کي جهڙو "برو"، ته "اُٿي" کي جهڙو "قازا" "ڪيڏانهن وڃان" کي جهڙو "ڪانگو روان"، "ڇاڇا" کي جهڙو "شيشي!" "اينجا يعني هتي" کي جهڙو "اينزا". پوءِ سسئي کي معلوم ٿيو ته هن منهنجي ڏيرن جو ادا ٻولي ۾ ڳالهائي، تنهن ۾ هر سنڌي مطلب جهڙو جو اهو ئي جو ٻنهين کي ٻڌي چيائون ته هن زال کي ڇڏي هل! سسئي کي اتي ڏيرن جي ڏکن جهڙن ڳالهيون ياد پيئون:

(١) بُرو قازا بات جڏهن، ڪانگو روان شيشي
ڏين پارسيون پاٽ پر، آيزا پليشي

---

پليشي = ڇڏي هلو.

(٢) ايشان ايشانِ ڪن، وڃڻ جي وائي
هيءَ جا ٻولي ڇتڙين، سمجهيم نه سائي
قضا جا ڪريم جي، اِنهيءَ پِر آئي
سسئيءَ جا سائين، پنهون رسج پب ۾.
افسوس! مون "ڪين سمجهيو ته ها جو ڪندا هي!"
ماريندا مونکي، پنهون نيندا پاڻ سين!

سو هيءَ نينگرا نهي شهر ۾ ڪو ٿورو وقت مس رهي ۽ پوءِ پيٺي پنڌ ۾. اڳيان ڪو وڏو جبل هوس، پر دل جهلي پاهر نڪتي.

## سسئيءَ ۽ ڏوٿي

سسئي ويچاري وري ٻه دل جهلي ڏونگر ڏورڻ لڳي. "پيياڻي پنهون ۽ ڏي نرمل نهاري!" پنهنجي وسان ڪين گهٽتا پائين ۽ گس ۽ پيچرا ڪهڙا ۾ مشڪل هئا، ته ۾ سوڙهي سگهوري لنگهندي ويئي:

"هي گسي هي گسُ، هي پُهڻ هي پيچرو
ويچاريءَ وڏو ڪيو، ويندن پنهنءَ وَسُ."

پريان وڻ ڏسيو پيٺي جوي ته اچهي آيا وڻ وندرجا!

---

ايشان ايشان = هيءُ شيءِ هيءُ شيءِ، هيڏ هيڏ. گسي = اَٽ جو ليڊ وڏو.

" وَڻ وَڻ منجهان واسُ، آجي هوت ڀنڀورَ جوا"

هن لاءِ اهي وَڻ سڀ ڀنڀورَ جا نيشان هئا، جن نيشانن سان ڀنڀورَ جي پيشاني پيڌي اڳيان، ايندي هيس:

" هؤ جي وَڻَ وندر جا، سي مون سؤنها ئين
ڏسيو ڏيکارين، پيشاني ڀنڀورَ جي."

مطلب ته هن جيڪي ٿي ڏٺو، سو ٿي ڀنڀورَ سان لڳايائين. ڏٺائين ته هرڻ پيو ڊوڙي؛ هرڻ جي ڊوڙ اهڙي ٿيندي آهي، جو ائين پيو سمجهبو آهي ته پير پٽ تي رکي ئي ڪونه ٿو. وري نظر مٿي ڪري ڏٺائين ته هماءِ پکي آهي؛ هماءِ پکي هميشه ماڻهن کان پري پرڇندو آهي؛ بلڪل اڪيلو گذاريندو آهي. هرڻ ڏٺائين ته ڀنڀور ياد پيس ته ڏس ته هن هرڻ کي ڪنڊي نه لوڙي لڳي آهي، جو ٽڪ ٽڪيس ئي نه ٿو! هماءِ ڏٺائين، تڏهين ڀنڀور ياد پيس ته هن کي به ڪا اوڙي لڳي آهي، جو اڪيلو ٿو گذاري ۽ پرڇندو ٿو رهي ۽ ڪڏهين به ماڻهن ۾ ويهي ساهه نه ٿو پٽي!

"جنئين سو هرڻ هماءِ، سَرگرداڻ سفسا رهه
هو پکيءَ نه ڌري پڌئين، هيءُ ڏڙ سِرڌري نه ساهه
جيڪس تن وتاءِ، سسئي سور پرائيا."

---

سرگردان = حيران، پريشان. پکي = پير. ڏڙ = پٽ.

سسئي گهمندي گهمندي ڏوٿين جي ڳوٺ ۾ اچي پهتي. هي ڏوٿي ماڻهو بلڪل سادا ۽ غريب آهن. ڪڙو سادو جهنگل جو آن توڻي، تنهن تي هو گذران ڪندا آهن. اهڙن کي ڏوٿي توڻي جنڇي، جي وڏا را "آڻين ۽ چاڙهين ڏت ڏهاڻي." سسئي هنن جي ڳوٺ ۾ اچي پهتي. ڏوٿين هن جي چڱي خاطري ڪئي ۽ هن جي مهمان نوازي ڪيائون. هي ماڻهو جبل جا اصل رهاڪو ڪين هئا؛ پر سنڌ منجهان آيل هئا، ۽ پوءِ هتي اچي گهرڪري ويٺا هئا. سسئي هنن جي ٻولي سمجهي سگهي ۽ ڪانئن پڇيائين ته ڏوٿيڙا، ڪي مونکي ڏس ڏيو ته اوهان ڪو هتان قافلو ويندو ڏٺو؟

(١) مونکي جنهين ماريو، آن ڪي گڏيا سي
تن ۾ طاقت ناهه ڪا، آدا اُنهيءَ ري.

(٢) آن جي ڏنا هوُن، آلاهه ڪارڻ ڳالهه ڪريو
نيڻ منهنجا رُڻ، راتو ڏينهان اُنکي.

(٣) ڏوٿيا، ڪاوڙين جو، مونکي اُهڃ ڏيو
ساٿ ڪِ ساٿ نيو، پنهون منهنجو پاڪسين؟

اڙي پيارا ڏوٿيا، پڌايو جي اوهانکي خبر هجي:
"ڏيرن ۽ ڏاگهن جو، مونکي ڏس ڏيو

اُهڃ = اُهڃاڻ، نيشان.

مُنهان ساٿُ ويو، ڦُٽي ڏونگر ڏوريان."

ادا، هو جو ملڪ اڳيان ٿو ڏسجي، سو ته ڪين آرڻ جو ڪيچ آهي؟ سسئي ويچاري جي اکين مان پاڻي پيو وهي. ڏوٽين جي دل کي به ڏاڍو ٻيو قياس آيو، پر ڪيچ ته اڃا پري هو؛ سو سسئي کي چيائون:

"ڏوٽين ڇيس ڏورِ، ڪيچ آڳاهون ٻڌ ٿيو
پاڻان جڙهي ٻُوَرِ، وڪر وڏائي وَتري."

هُنَ ڏوٽين ۾ هڪڙو جوڳي جَنُ صوفي خيال وارو ماڻهو رهندو هو، تنهن جو سسئي جو هي حال ڏٺو، سو اُنکي نهايت دل ۾ ڏک ٿيو ته هيءَ پار ويچاري ڪيترا ڪشالا ڪيئي آئي آهي. جوڳيءَ هنجو سمورو حال ٻڌو. هن سمجهي انسان کي خدا جي لڳل هئي، پر هن ڏٺو ته پهلي هن جو ڪرڪي عشق انسان جو آهي، پر سچو اٿس؛ تڏهين هن سسئي جي دل ورتي؛ چيائينس ته تون دل نه لوڙهه. توکي روئندو ڏسي مونکي ڏاڍو درد ٿو ٿئي؛ پر تون روئڻ ۾ سست نه وڃاءِ. تون وڃ؛ ٻڌ اڳلو اٿيئي، پر يوءِ ڪٿي قسمت تنهنجي! اي جوڳڻ سسئي، هيءَ سڀ قسمت جي بازي اٿيئي؛ جيڪي لکيو هوندو، سوئي ٿيندو:

---

ڦٽي = رلي، گهمي. ٻُوَر = هل. وتري = وڏيڪ.

"توڙي وِلاڙُون ڪرين، توڙي هاڻين وِڪَر
لِکئي منهنجا ن لِکَر، ذرو ضايع نه ٿئي!"

هر تنهنجي ڪوشش کي شاباس هجي؛ وڃ سڌ ڪندي! "واڪو هڻ مَ لاهه، سَڌُن مٿي سڌ ڙا."

"پسي ڏونگر ڏاهه، جِم هلڻ ۾ هيڻي ٿِيين
اِن وڙائتي ورجي، آسَر هڻ مَ لاهه."

جوڳيءَ کي ڪوڏ سان ۾ آيو ته هن نينگر جي نصيب ۾ عجيب سور لکيل آهن:

"سِرجي تان سُورَ، سامائي تان سُکَ ويا
هي هِنئي پُورَ، نماڻيءَ نصيب ٿيا."

جوڳيءَ هن جي اينده قسمت ڏي ٿي اشارو ڪيو، پر سسئيءَ کي هن جي برش جا وجن پڌي ڪجهه آٿت آيو ۽ هيءَ اُٿي رواني ٿي. پيرئي جٺئي ٻاڪڪي "ووءِ ووءِ ڪندي وٽ، ميهڻ ووءِ وسارئين."

## آخرين آزمايش

ڏونگر ۽ جهنگل اڳيان پر لنگهي آئي هئي، پر هي ڏونگر ۽ جهنگل کو گهاٽو ۽ گهاٽ هوس. مرن جا آواز

---

ولاڙون = دڙڙون، سڏون، ڪاهون. لِکر = ذرو. ضايع = ڇٽ. ڏاهه = ذکر، تڪليف. وڙائتي = لياقت واري. آسر = آسرو. سرجي = پيدا ٿي.

پئي پڌائين، پر ته به مئي هلندي رهي. جنهين وچي هلندي، تنهين جهنگل ۽ ڏونگرن وچي وڃندو. هيئنئر تنهين حالت وري اها هئي، جو وات تي جيڪي ماڻهو پئي مليس، سي وري ڏسڻ ۾ ڪرڙا ۽ شوخ طبع ۽ بد نظر پئي آيا. مئي ويچاري پيئي چئي ته هاڻ اچو وڻڪار جو ملڪ آيو ڪي آيو. پرانهين وڻڪار جي ڏکن ته ويچاريءَ کي سڃائي جڏيو. هڪ ڏينهن ته من اچي ڦٿس، سو ڏاڍيون دانهون ڪيائين ۽ آڪيءَ باقي جو شوخ ۽ ڪنهن آکر رکندڙ انسان ڏٺا هئائين، تن به هنکي مايوس ڪيو. سو بلڪل ڦوڙائي مان پنهونءَ کي ياد ڪيائين ته اي دوست، هاڻ ته آءٌ ڏيئي ولي رهي آهيان. ”نه پيٽ نه پروسو، نه اوهي نه واهي، پنهل تي ساهي، آءٌ آهيان اوهانجي آسري.“

(١) واقف نه وڻڪار جي، باري سڄڻ ٻر
ڦر ۾ سيلا سپرين، تڪيس ڏوري تر
لهجه لعل لطيف چئي، ڪانڌ مٺيءَ جي ڪر.

(٢) واقف نه وڻڪار جي، باٽي کنيم نه بأڙ
جبل جلدايون ڪري، تِکر ڏيڪاري تاڙ
لڳن لُڪون، لطيف چئي، معذورن مٿان ڊ

---

ساهي = سهارو، مددگار. سڄڻ = سڄهن. ٻر = پٽ، سڄا هڻڻ. جلدايون = ڏکيائون.

آتي اوڏو آهي، جت هوت هيڪلي آهيان.

(٣) واقف نہ وڻڪار جي، جت جبل جو راڙو
آتي عبداللطيف چئي، ڏاڍي سفر ستاڻو.

(٤) وڏا وڻ وڻڪار جا، جت جاڙ جمر جر
ڪوسا تن ڪڪرا، ٻي دمدم تپي ڏر
ولاڇاري ڏئي ور، پير نہ لهي پرينءَ جو.

(٥) وڏا وڻ وڻڪار جا، جت نانگ سڄڻ نيلا
آتي عبداللطيف چئي، ڪيا هيڪلن حيلا
جت ڪُرم نہ قبيلا، اُت ربُ رهبر راهہ ۾.

سسئي اِتي ڏاڍو روڏن ڪيو آهي؛ نهايت پنهونءَ کي پڪارون ڪيون اٿس تہ اي پنهون، زارون زار آءُ ٿي رئان، رت ڦڙا؛ پنهل تون ڏيکار، پرين پيشاني پانهنجي. گهڻوئي ٿي هاڪلي روڪيان، پر

" گُهٽيا رهن نہ گهٽ ۾، پيغامن جا پُور."
" مون نماڻي جي نجهري، پيرو ڪاڄ پتار
ساجن تو هان ڏار، ڏنم ڏينهن قيام جو."

---

جوراڙو = سخت. ستاڻو = سختي، هيبت وارو. هوت = پيارا. جاڙ، جهانڊو = وڻ جو قسم. جمر = جهمر = وڻ جو قسم. جر = جال = گهاٽا. ڏر = ڏري. ور = وراڪا، ڦيرا. قيام = قيامت.

ماڻ ته آءٌ جيئڻ مان به ڪڪ ٿي پيئي آهيان، پاڻيان ته ڏهي جهنگل جا مرون جي مونکي ڪائي وڃن ته چڱو پر

مروئن ڪريان منٿون، ڪينءَ نه منهنجو ماءُ
اي ساڄن! ”ڪڏهين ڏان پاڄهه هٿي منهنجهه مون سلامُ
سِڪ تنهنجي سڄڻين، ڪيو تن تمامُ.“

اي پنهون، تون موٽ اچ ته
”ٻٽي جا ٻيرن، لڪن ڪي لائيان
جهمبياي جائيان، جي مون نمو پاڻسين.“

ڪڏهين پيئي جوئي ته ٻنڊال مونکي ماي ته جيڪر اڙ پاڻکي پور رحمت ٿيڻ ته جاميان. ڪڏهين پيئي جوئي ته آءٌ پنهون جي ڀنا گوائي آهيان، پرجي پنهون جي ڪي ملان ته جيڪر ”گوائي ٿيان گل بوءِ!“ پرهتي ته پنهون، منهنجو ڪهڙو حال ٿيو آهي:

”ڏيلا مون ڏيٺئن ٿيا، پيپم جام جيئون
ڪري ٻنڌ ٻهاڙ ڏي، ٿيڙم روح ريزون
لڃو ٿيان، لطيف چئي، ڪارڻ دوست ديزون!“

---

تمام = پورو. ٻٽي = مٽي. جهمبياي = مٽي ڪٽڻ جي ٽوڪري. جائيان = ڪٽان. ڏيلا = ڏکيا. جام = سردار. ريزون = ريزا ريزا، ذرا ذرا. ديزون = پرزا پرزا.

# خبيث ٻڪرار

ٻپارئي جو وقت هو، سسئي هلندي ٿڪي آئي، تہ ٻريان هڪ شخص ڏٺائين. هي شخص منهن جو ڪرڙو هو ۽ سسئيءَ ڏانهن نهاريائين تہ سسئي کي هن جي نهار وڻي ڪا نہ. هي شخص لنبو ۽ جانٺو ٿي ڏسڻ ۾ آيو. جڏهين ويجهو وڌيو، تڏهين بہ سسئيءَ ڏانهن گهور ڪري نهاريائين. صفا هو تہ هن شخص جي من ۾ شيطان ويٺو هو! ايندي شرط سسئيءَ سان ڳالهيون ڪرڻ لڳو. چوڻ لڳس تہ اي سهڻي، تون ڪيڏانهن ٿي وڃين؟ سسئيءَ چيس تہ آءٌ وڃان ٿي آري ڄام جي ملڪ ڏي. شيطان چوڻ لڳس تہ ايڏهين تنهنجو ڪهڙو ڪم آهي؛ تون مون وٽ ڇو نہ هلين؟ سسئي پاڪدامن عورت جو هي لفظ ٻڌا، سا نهايت ششدر ٿي؛ پر دل جهلي نماڻي ٿي هن کي چيائين تہ اي مرد، تون مونسان چرچا نہ ڪر، آءٌ دکي ۽ دردمند عورت آهيان؛ آءٌ پيار واري آهيان، تون مونکي ڪجهہ نہ چئو. هي بد انسان انهيءَ تي پاڻ وڌيڪ اکيون ڪپائڻ لڳو. وقت ٻاٽرو هو، جو ڪو مسافر ڪونہ ٿي ڏسڻ ۾ آيو؛ سو هن خبيث ڪٺي سسئيءَ جي ٻانهن ۾ هٿ وڌو. سسئي اوچتوئي هن کان پاڻ ڇڏائي ڊوڙڻ لڳي. نينگر کي

خبر نه آهي ته ڪهڙي ڀلائي ٿيڻ ۾ پيدا ٿي، سا واءِ والسگر جو هو ڏوڙندي وڃي. هي شخص جو جهنگل جو ٻڪرار هو، سو به هن جي طرف ڏوڙڻ لڳو ۽ جئين اکيون هن ٻاڪدامن جي ٻنيان هيس، تئين ئي وات تي ڪر وڏو ٻٽر ٻيو هو، جنهن جي خبر ڪا نه ٻيس؛ سو آٽڙندو ڪري ٻيو! هن ٻڪرار کي به گهڻو وقت لڳي ويو اُٿڻ ۾. ڪنڌ ويه ڪو ڪنڌ ولڳو هوس، جيسين ڪڍي ۽ سوري ٿي جي، تيسين سسئي کي وڃڻ مليو وڏڻ جو. ٻر ٻڪ هيس ته هي اهليس منهنجي ٻنيان ضرور ايندو. اتي ڏڪڙو ته سوز، درد ۽ ڏک هلاڪ ڪيئي هئي، ٻيو ته واڪا ڪري وڏن ۾ لاچار، مايوس ۽ نااُميد ٿي هئي؛ وري جو هئي آبدا متس نازل ٿي هئي، سو ويچاري جا چيهائي جاڳي ٻيا:

"ڪي مَلي ڪي دَتَ ڪٽي، ڪي رِڙهي ڪي روءِ
ڪو ٻهون ڪي جوءِ، مُنهِنجي ماتم آئيو."

اوڏي مهل جي هن درد جون دانهون ڪيون آهن، تن جو شاهه جيڪو بيان ڏنو آهي، سو عجيب آهي. ٻاڻ ٿو جئي:

"جقيقت هن حال جي، جي ظاهر ڪريان ذري

لڳي مات مرڻ کي، ڏونگرين ڏري
وڻ ٽڻ وڃن ٽري، اوٻڙ اُڀري ڪانہ ڪا!"

سسئيءَ ويچاريءَ جو ڪهڙو نہ حال ٿيو! سمجهڻ لڳي تہ منهنجا تہ هيئنڙ سڀ اڄ ويري ٿيا آهن:

"اُٺ ويري، اوٺار ويري، ويري ٿيم ڏير
جوٿون ويري واءُ ٿيو، جنهن لَٽيا پنهون پير
پنجون ويري سج ٿيو، جنهن اُلهي ڪي آوير
ڇهون ويري جبل ٿيو، جنهن سنوان ڪيا نہ سير
ستون ويري چنڊ ٿيو، ڪڙيو نہ وڏيءَ وير
واهيري جي وير، جلون ڪريان جيرين."

سج پڇم هن نازڪ بدن نينگر سان سيني ڪو پنهنجو وير ٻاڙيو هو. "ڏاگهن، ڏيرن!، ڏونگرن، ڏکن آءُ ڏڏي!" هن آخرين آزمايش جي وقت سندس اکين مان لڙڪ وهي آيا، جنهنجون "پوند ون، بس نہ ڪن." اوڏي مهل پنهنجي پيار کي ٻہ سڏ ڪيائين، ٻہ مالڪ سڳوري کي ٻہ سڏ ڪيائين تہ اي پرور، منهنجو من رکج!

اوٻڙ = وطسپٽي. اوٺار = جت. اُلهي = لهي. جوءِ = جوي. سير = رستا. واهيرو = پکين جو آکيري ۾ وهڻ. واهيري جي وير = شام جي مهل، سج اٿي مهل. جلون = ڪاٺون، ٻن ... ستن،

ٻنديان منهنجي شيطان آيو ڪي آيو، مونکي رکي وٺ!

(١) آڏرِ نِڌرِ آيري، اسين نهين آهيان،
لڙڪ لعل لطيف جئين، ڦرلئي وهايان.

(٢) آڏر نڌر آيري، اسين نهين آئون
جيڻا جور ڄڻائن ۾، ٻرُ ۾ ٻلائون
موت ٻڌون ٻانهون، مڻان سڀ مري رهان.

(٣) آءُ اوراهون سپرين، وچ ۾ آڳاهون
ٿڪي ڪٽي ڦرن ۾، پاڪاري ٻانهون
درد جون ڏانهون، مارينديون موت تون.

(٤) آءُ اوراهون سپرين، آرتي الله لڳ
ساه تنهنجي سنگ، اُڪنديو آهون ڪري.

اي سپرين، مون وٽ جلد اچ؛ هيءَ جا ابليس جي ٻچ منهنجي ٻنديان آهي، تنهن ڦاهي ۾ مونکي نه موڪل:

”آءُ اوراهون سپرين، ڏکئي ڏاگهه ۾ ڏيجُ!“
”مونکي ڇڏ ۾ ڇپرين، ڏِيتِ هو ناٺي هاڻ.“

اي ٻڌون، آءٌ ٻندي تنهنجي آهيان؛ اي ڪيڇيا، تون اچي ڪا مدد ڪر، نه ته هيٺي ناهي حال ۾.

---

آڏر، نڌر = نڌڪي. آيري = ضعيف. آئون = آءٌ. ڄڻائن = غارن. ٻانهون = ٻنديان. اُڪنديو = سڪيو، سڪ مان. ڏاگهه = ٻادر، داغ، سوري.

اي دوست، تو سان "ٻڪي مون سڳ ڪيو، لڪي وڃان لوڪ ۾" سو تون مونکي هتي ڪيئن ٿو ڇڏين! منهنجي دل جو ڌاڳو ٿو ٽٽجي:

"هيڻو ڪچڙي تَندُ جيئن، ٽٽجيو ٽٽجيو پوءِ!"

مطلب ته هن سسئي جون دانهون اهڙيون هيون، جو ڀٽ ۽ ڪکر مڙيئي ڪنا تي سسئي جو ڏک ڏسڻ لڳا ۽ سسئي ستوادڻ جي پنهنجي هن ابليس پڪرار کي ايندو ڏسي بالڪل ڪرڙي گجگوڙ ڪرڻ لڳا. آسمان به پاڻ جهلي ڪين سگهيو ۽ روئڻ لڳو، ۽ وڄون به زور سان وڄڻ لڳيون:

"ڪيائين آهَه عجيبَ کي، سڪ منجهان ساڳا
پيئي هٿڪي هوت کي، ڪوڪَ وجهي ڪَنِ ڪا."

آخر الله عجيب جي دَر تي وڃي ۽ ٻادلن سسئي جي ڪوڪ پهچائي. اوڏي مهل سڀني ملڪن ۽ فرشتن کي سسئي جو ستر ڏسي نهايت ڏک ٿيو. جون ته سسئي اوڏي مهل دانهون ڪيئي ته "اي منهنجا رب، جي منهنجو ست بچائڻو اٿيئي ته بچاءِ ۽ منهنجو ستر وڃي تنهنکان ته زمين ڦاٽي پوي ته آءٌ انهي ۾ پٽجي وڃان." آگي جي در تي ادا دانهون پهتي. حڪم ٿيو وڄن ۽ ٻادلن کي، حڪم ٿيو آسمان کي ۽ سو اهڙو هڪ گجگوڙ ۽ رنبيو جو آواز ٿيو، جو سڄي ٻاجه ڏونگر جي زمين ڦري ٽٽي ۽

؛ جون ڏا تہ اُنهيءَ وقت سسئيءَ اندر لنگهي ويئي! ابليس جو سڌس پٺيان پيئي آيو، سو زبون ٿي ويو. جون ڏا تہ سسئيءَ کي اندر زمين جي هڪ حيرت جهڙو لقاءُ ڏسڻ ۾ آيو، جتي عاشق شاعر تو جوي تہ اُتي سسئيءَ کي پنهون مليو. ڪيئن اُتي پنهون مليس، سا ٻہ ٻرولي آهي؛ ٻيئي سگهين تہ ٻُجِ.



# هير رانجهو

هير ۽ رانجهو جو نالو ئي ڪهڙو نه وڻندڙ آهي! جڏهن ڪٿي ڪن محبتين جي ڳالهه ڪبي آهي، تڏهن گهڻو ڪري ائين ئي چئبو آهي ته "جهڙا هير رانجهو." هير جو نالو هير موافق تتل هنئين کي ٺاريو ڇڏي، ۽ رانجهو لفظ ئي خوشي پيو ڏئي.

جوچڪ نالي هڪ رئيس هو، جو پنهنجي راڄ جو مکي هو. دولت جي وٽس ڪمي ڪا نه هئي ۽ سخاوت جو سردار هو. هن شخص کي هڪ ڌيءُ هئي، جنهن جو نالو هير هو. مير حسن جي راءِ هئي:

"هرڻ اکيون، هنج ڳچي، ڪوئل جي ڪُوڪار
هادي ڏنس حسن جا، اڻ ميا انبار."  (حيدر)

نه رڳو صورت ۾ سهڻي هئي، پر سيرت ۾ به پوري هئي. عقل ۽ علم جي ته کاڻ هئي. چناب ندي جي ڪنڌي تي هڪ محل پنهنجي لاءِ ٺهرايو هوس، جتي هوءَ رهندي هئي. ماڻهن هن نيڪر کي پيري ۽ بلبل جيان بند ڪين ڪري رکيو هو؛ سو هير ٻي ڏهي پيئي گهمندي

---

ڪُوڪار — آواز. هادي — مرشد، گرو.

ڦرندي هئي. هڪ ڪشتي بلڪل ٻڪي ٿيندي هيس، جنهن ۾ رهڻ جي لاءِ هڪ سهڻي ڪوٺي به هئي؛ اُنهيءَ ۾ چڙهي هيرڏانهن درياهه جا سير ڪندي هئي. ڪناري تي باغات ۽ وڏا محلات؛ جڏهين چنڊ نڪرندو هو ۽ ٿيندي هئي رات، تڏهين هيرڏانهن اُڪيرسان ٻنهنجي بابل آوازسان ڳائيندي هئي.

هزارا شهر جو شهزادو هو، جنهنجو نالو رانجهو هو. جنهنجو نالوئي رانجهو، تنهنجي حسن ۽ هوشياريءَ جي ڪهڙي بات ڪجي! ڪنهن سمي رانجهو نڪتو سير تي. گهمندي ڦرندي اچي چوڪ ڪيا راڄ ۾ پهتو. درياهه جو ڪنارو ولهو ٿئي آيو. هڙس بلڪل ٿڪل هو، سو خيال ٿيس ته ڪٿي آرام ڪريان. پريان ڏٺائين ته هڪ سهڻو محل آهي، جنهنجي پرسان هڪ ٻيڙي بيٺي آهي. اڳتي وڌي ملاح کي سڏ ڪري چيائين ته "ادا، گهڙي پل نه مونکي انهيءَ ٻيڙيءَ ۾ آرام ڪرڻ ڏين؟" ملاح منهن ورائي ڏسي ته شاندار، قداور ۽ سهڻو جوان بيٺو آهي. سمجهيائين ته آهي ته ڪو وڏو آمير؛ سو بلڪل نماڻائيءَ سان چيائينس ته "حاڪم، هيءَ ٻيڙي آهي رئيس جي ڌيءَ جي، ۽ خاص سندس واسطي ئي آهي؛ لاچار آهيان، معاف ڪجو."

اتي وري رانجهو هن کي چيو ته "آءٌ ڪو هت ڏيرو دمائي ڪين ويندس، ۽ نڪي ڪا هيءَ اهڙي مهل آهي

جو رئيس جي ڌيءَ سير تي نڪرندي، سو هاڻي ڪٿي
ڳالهه قبول ڪر." ملاح ويچاري ڏٺو ته هاڻ هي وقت
ٻاهرڙو آهي، ۽ ماڻس ٻه ڊول آهي، (هيو وري لالچ ٻه
ٻيڙي آهي) تنهن رانجهوءَ کي موڪل ڏني ته هل اچي
آرام ڪر. رانجهو ڪوئي نه آيو. ڏٺائين ته واه!
هيءَ ته هڪ نازڪ بدن عورت جي سيج آهي. ڇا
منجهس خوشبوءِ! ماڻس پيو هو ٽڪور، تنهن نڪا ڪٿي
دم نڪا ڪٿي ته، تنگون تيڙي ليٽي پيو. ڳچ وقت
گذري ويو. ويچارو ٻيڙيءَ وارو دل ۾ ششدر رهو، ۽ اهو پڇي
ڏٺي کي سوال ڪيائين ته "رب منهنجا! ڪوڏڪ ڏيڪج،
سويل ئي هن جوان کي اٿارج؛ تيستر هير کي م اٿارج، نه ته هيءَ
جوڇڪ جي ڌيءَ ته اڳين ٽان جم ٻه لهرائي ڇڏيندي."

جو نه هير کي اچي خيال ٿيو ته اڄ سويل ئي سير ڪريان،
سا آئي درياه تي. ملاح ويچاري جا ته ڏيڏر ئي ڏرا تي ويا،
سا ئو تي ويو ۽ ڏڪڻ لڳو. جڏهين هير پڇيس ته "ڪر
خبر، ڪهڙي تو سان ويڌن آهي؟" تڏهين ويچارو ڪنبي
ڪنبي جواب لڳو ته "اي سائڻ! گناه بخش. تنهنجي
ڪمري ۾ هڪ ڏاڙهي ٽتل شخص کي ڪٿي آرام ڪرڻ
جي موڪل ڏني اٿم." هير هڏي ٻاهر ٿي ويئي، ته هيءَ
ڪهڙي غضب جي ڳالهه جو منهنجي بستري تي هڪ ڏاڙهيو
شخص آرام ڪري!

جلهين ڪنڌي اندر آئي. پر بيهوس ٿي پئي رهي! جهڙي گرم ٿي آئي، تهڙي نرم ٿي پيئي. اکيون وڃي سيج ۾ کتيئيس. ڏسي ته مارئي هي ته جوان بيپرواه بالم ٿيو سيج تي ستو پيو آهي. شڪل سندس ڪهڙي آهي:

"ڪالي والَ لطيفان والي، آگيان ٻرن مَشعلان،
نَڪُ ديان نوڪان ڏيئون چوڪان، ول ول ڪُهن ڪنگالان."

شڪل شاندار، ڪارا ڏگها وار، اکيون مشعلان جهڙيون، نڪ ڏگهو آهي جي ڦاڙ، تن هير جي دل گهائي وڌي.

رانجهو ٻه پاسو ورايو ۽ ڪر موڙڻ لڳو. آهستي آهستي اک کليس. اک پٽي، ڇا ڏسي! هڪ حور جهڙي حسين، پري روءِ پيڪر، نازڪ بدن، ڪنول نين صورت بيٺي آهي! ٻنهي جون اکيون وڃي هڪ ٻئي ۾ کتيون! هت انهي عشق جي عجب جون ڪهڙيون ڳالهيون ڪبيون.

هير رانجهو ٺهيا ئي هڪ ٻئي لاءِ هئا. قدرت جي حساب سان اڄي هڪ ٻئي کي مليا. هير، رانجهو جي محبت ۾ مست ٿي ويئي. ملاح کان معافي ورتائين ۽ ٻن انعام

---

ڪالي = ڪاري. وال = وار. لطيفان = محبوب.
مشعلان = ڏيئا ٿيون. ديان = جون. چوڪان = ڪپ.
ول ول = وري وري.

ٻڌائيائينس ۽ عرض ڪيائينس ته ”اِها خبر ڪڏهن ڪين ڏجانءِ.“ هاڻ هير رانجهوءَ کي جو ڻ لڳي: اي منهنجي سيني جا سردار! هت تون ڪيئن رهي سگهندين: هيءَ ته خبر ڳجهي ڪين رهي سگهندي. هاڻي ڪو ٻيو ٻاڄاءِ ته وري وڇڙون نه.

# رانجهو چاڪُ

ڪجهه مدت ڪان پوءِ ست سٽيائون، جنهن موجب رانجهو شاهاڻا لٽا لاهي، هير جي آبي جون مينهون ۽ ڳانيون چارڻ لاءِ تيار ٿيو. هڪي ڏينهن اچي چوچڪ کي سوال ڪيائين ته ”مونکي ڳانيون مينهون ڏي ته ٻيو چاريان.“ چوچڪ ڳالهه قبول ڪئي. درياهه جي ڪنڌي تي جو جهنگل هو، اُت هي ٻيو مينهون چاريندو هو، ۽ هير ساڻس پيئي ملندي هئي. ڪجهه ڏينهن گذري ويا. نيٺ سڻ سڻ ۽ ٻڌ ٻڌ ٿيڻ لڳي ته رئيس جي ڌيءِ هير ميهار وٽ ٿي وڃي ۽ شايد ميهار جي پيار ۾ قائل آهي. محبت اهڙي ڳجهي رهي، جهڙو خون خستوري ڳجها رهن؛ سو اها خبر نيٺ چوچڪ کي پيئي. هن کي ڏاڍو خيال ٿيو؛ سو يڪدم رانجهوءَ کي ڪڍي ڇڏيائين، ۽ هير کي ڦٽ لعنت ڪيائين. هير چيس ته ”هي ميهار نه آهي، مگر شهزادو آهي! منهنجي

دل من جي دام ۾ گرفتار آهي. موٽڪي اون رانجهو ء سان پرڻائي ڇڏ."

# رانجهو گهوٽ ۽ کيڙو ڪَرُ

جو ڇڪ پيوس هو ته ڇو جو کيڙو هير جو سوٽ تنهن ٿي هير جي پانهن گهري. مائٽ جون ته هيءَ کيڙي سان نڪاح وجهي ۽ هير چئي ته گهوٽ ڪريان ته رانجهو. اتي سندس ساهيڙيون، جن پانيو ته رانجهو هڪ چاڪ (نوڪر) آهي، تن چيس ته "ڀلي ته ٿي اچيئي، جو هن چاڪ سان اچي دل رکي اٿيئي؟" تن کي هير چيو:

سانون چاڪ دي چاڪ بيچاقُ ڪيتا
ٿيوان چاق تڏان جڏان چاڪُ ملي." (حمل)

تڏهين ساهيڙين چيس ته "توکي ائين نه ڪرڻ کپي ۽ مگر قاضيءَ وٽ هاي شريعت موجب کيڙي سان نڪاح وجهه." تڏهين هير جواب ڏنو:

"تسان مُلان هٿون حَلال ٿيئا
سانون خود خدا نڪاح پڙهيا." (حمل)

---

سانون = اسان کي. چاڪ = نوڪر. چاڪ = ڦٽ. بيچاق = بيمار. ڪيتا = ڪيو. چاق = چڱي ڀلي. چاڪ = نوڪر، رانجهو. تسان = توهين،

اڄ ئي ڄريو، رانجهو ئي منهنجو گهوٽ آهي؛ خود خدا اسانجو نڪاح وجهي اسانجون دليون هڪ ٿيون آهن.

هيرو ونجهاري اچي ڏکن ۾ ويٺي. مائٽن اچي ڪڏڪا وڌس ته "مهڙي تهڙي، جوري نڌوري، هرطج ڪيڙي سان."

ونجهاري گهڻائي آزي نيزاري ڪئي، پر مائٽ مڙا ڪڙ دل، تن ڪنهن جي ڳالهه نه مڃي. هير کي اچي آزاريائون. اتي هير ڪال نيزاري ٿي چوي:

"ڪٿ اسان، ڪٿ يار اسانڊا، ڪٿ يارن
دي وستي
رانجها ڪسڙ، کيڙا ڏسڙ، ويکر جڏان دي مستي
ساري جڳه وچ هڪ دوست ڪيتوسين،
لوڪ تيڏان توُن خستي."

مائٽن کي جوش لڳي ته "اوهين ڪهڙا نه جهٽ آهيو، جو مهڙي رانجهو جهڙي گهوٽ کان مونکي جدا ڪري کيڙي جهڙي ڪر سان ٿا مونکي آڙايو. مان هوته اوهان کان ڪين ٿي ڳڙان؟ سچي جڳه مان مون هڪڙو پريتم ڳوليو، تنهن بيا اوهانکي خار لڳن."

---

دي = جي. وستي = جاگهه. خستي = خفي، ناراض.

# هير ۽ قاضي

اِني من جي مائٽن کي بلڪل غصو آيو، ۽ هنکي قاضيءَ وٽ وٺي آيا. قاضيءَ هنکي شرمايو ته ”تون اهڙو ڪم نه ڪر، ۽ مائٽن جي مڃتا کان سواءِ تون اهو رستو نه وٺ.“ هير جواب ڏنس:

مانو ٻيءَ ڪنون جوري ٻيٺم، ڪيٺم روح راضي
دل دي قضا دل هي جاني، تون ڪيا جاني قاضي؟

”اي قاضي، اهو ٻرئم جو پيالو برابر مائٽن کان جوريءَ ٻي روح کي راضي ڪيو آئم؛ مگر انهيءَ قضا جي خبر دل کي ئي آهي؛ تون قاضي ڇا ڄاڻندين!“

اهي لڳيون قاضيءَ کي ڪاوڙ، تنهن ڪيڏي ڪيا دفتر پڙهيا؛ سو الري هير کي چوڻ لڳو:

”سڻ ڙي مورکه هير، تو ڪنهن شريعت جي تقصير؛ تو ڏوهه ڪيو آهي ڀاري، هاڻي مڃ جيو ۽ وٺ معافي، نه ته ٿيندي خوب خواري. تو شريعت جي قانون جي انحرافي ڪئي آهي، ۽ توکي سخت سزا ڀوڳڻي پوندي.“

هير جواب ڏنس: قاضي صاحب، مونکي ته اکرن

---

ڪنون = کان. جاني = ڄاڻي. جانان = ڄاڻان.
قضا = مراد. ڪيا = ڇا. تي = ۽.

جي مڪرن ۽ ورقن جي ونگڙن جي ڪا به ڪل ڪانهي. آءٌ ته

" الف الله، تي ميم محمد، عين علي ڪرجانان.
عرشان الٽا چار ڪتابان، پڙهيا مسلمانان
وچ تنهان دي زيران زبران، ڪٿن ڪيها حرف سڃاڻان."

اي قاضي، اهي ڪتاب تون کولي مونکي قاعدا پڙهائيندين، تنهنجا ورندو؟ برابر عرش تان چار ڪتاب لهي آيا، جي مسلمانن پڙهيا؛ پر انهن ۾ جي زيرون زبرون لڳيون پيون آهن، سي مونکي ته ڪين ٿيون پڙهڻ اچن. پر ميان صاحب، مونکي هڪ سوال جو جواب ڏيو:

" ڪهڙي ڪتاب، قاضي کول مسئلا، عشق شرع ڪيا لڳي؟"

جڳو پلا، ڪتابن مان ڪڏي ڏيکار ته ڪهڙو قاعدو عشق سان ٿو لڳي. اي قاضي، عشق جو قانون ڪهڙو آهي، پڻ آدم ڪان جهونو آهي. عشق جو آئينو اندر آهي، جت سڀني جي صورت پسي سگهجي ٿي. اهي باهريان ڪتاب مان ڪاڏي ڪريان!"

اتي قاضيءَ کي ڏاڍي ڪاوڙ آئي. مڙس خفي ٿي پيو ۽ حڪم ڪيائين ته " ڪيڏو ڪاتي، شريعت

---

عرشان = عرش مان. الٽا = اٿا. ڪيها = ڪهڙا.
شرع = قاعدو.

موجب منکي ڏيو موت جي سزا." پر

" اصل عاشقن جو، سِرُ نه سانديا ڪَم

سو سِسِڻيان اَڳرو، سڌ و دوسان ڏم

مي هڏ و ۽ جم، پِڪ پِرين جي نه پڙي." ( شاه )

هير به انهي پريم جي پڪ پيتي هُئي، تنهن بلڪل بي پرواه ٿي جواب ڏنو:

" قاضي ڪڏهن نه ڪاتي، ڏي نه دڙڪا،

مُڻن ڪَسُرُ قبول ڪريسان

جي رانجهو مُڻن نون سَڏ ڪريسي، ته مُڻن ڪُنيائي سَڏ ڏيسان."

"ڪيڙي دي مُڻن مُول نه هوسان، جي وچ دوزخ سڙسان،

مُنڪر تي نڪير اَچيون، حرف اهيوئي پڙهسان،

شاه رانجهو مُنڊون آڻ ملائو، جو شاه آکيا سو ڪرسان،

رخصت پاجهون يار رانجهو دي، وچ جنت دي نه وڙسان."

گهٽيڻي قاضيءَ منکي دڙڪا ڏنا ۽ مائٽ مٽ متامٽي بيٺا پر ڏنائون، ته هيءَ سمجهائڻ جي نه آهي، سو هن نازڪ بدن نيمگر کي ڪيڏي ڇڏيائون.

---

سِسِڻيان = سِسِن کان. پڪ = ڦِڪ يا وات جو پاڻي، جڪي، ڊڪ. ڪريسان = ڪندس. منڪر نڪير = ٻه فرشتا جي موت کان پوءِ روح کي وٺڻ ايندا (مسلمانن جي عقيدي موجب.) آکيا = چيو. جنت = بهشت. وڙسان = وڃان.

# هير ديواني،

هيءَ ويچاري هاڻي ڪاڏي وڃي! هن رانجهوءَ کي ٻلوڙي ڪڍي ويو هئائون. هير سورن جو سنڌ روهڙي نڪتي پنهنجي رانجهوءَ پٺيان. پر رانجهو ڪٿان اچي! سمجهڻ لڳي ته شايد رانجهوءَ جي دل سخت آهي، جو مون کي هن حالت ۾ ڇڏي ويو آهي؛ سو چوڻ لڳي:

”هڪ جو سُهڻا، ٻيو دل دا ڏاڍا، تيڏي بي پرواهي
آهَ ڪريان ته جڳهِ ملي، ڪوُڪان داد نه پائي.“

ديواني ٿي رانجهو رانجهو ڪندي پڪاريندي رهي. ڪنهن وقت رانجهوءَ جو ڪتو نظر آيس. سرد آهه ڀري، تنهن کي چوڻ لڳي:

”سُڻ وي سَگَ، مِٺن سَگ تيڏي،
تون سَگُ ميڏي دلبر دي دَرُ دا.“

اي ڪتا، مان تنهنجي ٻه ٻانهي آهيان، جو تون منهنجي رانجهوءَ جي در جو ئي آهين، ۽ مون کان وڏيڪ سڀاڳو آهين، جو روز رانجهوءَ جي هٿان سندس لقمي جو ٻور ملين ٿو. ٻياي جي

”اُن لُقمِا وچون هڪ لقما ڏيوين، تان ٿيوي ڏوُت قبر دا.“

ڪنهن وقت ڏٺائين ته باز پيو ٿو ننڍڙا پکي جهٽي.

---

تيجي = تيئن. داد = انصاف. سگ = ڪتو. تيڏي = تنهنجي. ميڏي = منهنجي. لقما = لقمو، ڪاڏو.

ته ڏيهن جوڻ لڳي ته رانجهو جي ٻاز هجي ۽ آ؟ جي طعام هجان ته واه واه!

" رانجهن ميڏا هوءِ ٻحري يا شِڪرا،
تان مٿن ٻن ٻن طعما تيوان
ڪري ڪُلاچا لي جاوي،
مٿون ڪاوي، تان مٿن جيوان."

پل مونکي جهتي ڪائي چڙي، جو ته انهيءَ مان ئي مونکي جيا ٻو ملندو.

روزن جا ڏينهن اچي پورا ٿيا هئا. چنڊ نڪتو هو. سيڻي ٻئي هڪ ٻئي کي مبارڪون ڏنيون. پر هير ويچاريءَ کي اها مبارڪ ڪهڙي سکر جي! جوڻ لڳي:
" چنڊ مبارڪ تنان ڪون ڪيهي، يار جنان دي رئي،
ڳاي ڪُڃي ٿرن نماڻا، ڏون نيڻان دي ڪُني."

جنهجا دوست رٺا آهن، تنکي عيد جي مبارڪ ڪهڙي ڪم جي. اُهي ويچارا ٻن نيڻن جا ڪنل عيد جي خوشيءَ ماڻهائڻ بدران گهتيون ۽ ڳس رلندا وتن. ها! اي چنڊ! جي هڪڙو ڪم ڪرين ته بيحد ٿورا

ٻحري يا شڪرو = شڪار ڪندڙ ٻازن جا قسم. طعما = طعام. ڪري ڪلاچا = جهٽ هڻي. لي جاوي = وٺي وڃي. چنڊ مبارڪ = عيد جي مبارڪ. ڳاي، ڪُڃي = گهتي گهتي. ڏون = ٻن. نيڻان = اکيون.

تنهنجا. تون جو آسمان مٿي پيو سير ڪرين، سو توکي رانجهو ضرور ڏسڻ ۾ ايندو هوندو. هڪ ڪتابت لکي ٿي ڏيانءِ، سا وڃي دلبر کي پهچاءِ:

"لِکِ ڪِتابت تيڪون ڏيوان، جي دلبرنون پهچاوين
جيوين آکان تيوين آکين، ويندي پَلُ نہ لاوين،
گَلِ وچ ڪپڙا، شيرين زباني، دَست پيران تي پاوين
تہ مٿن سِرِ صاحب غلام تُسانڌا، دل دي مهر نہ لاهين."

پرپيارا، جئين چوانءِ ٿي، تئين ڄڻجانءِ؛ وڃجانءِ ته اکر چئجِ ته. ڳچيءَ ۾ ڪپڙو پائجِ، مٺي ٻولي ٻولجِ، هٿ پيرن تي رکجِ، ۽ ڄڻجانءِ ته هير سر سوڌي اوهانجي ٻانهي آهي، تنهنتان دل جي مهر نہ لاهيو.

## وصال

جون ٽاترائين وڃاري هير جهنگ ۾ ڏوريندي، ڏک ڏسندي، نيٺ ڪنهن وقت وڃي رانجهوءَ کي ملي.

"ڏکن پنيان سک، گهڙيءَ ايندا
پري جام جدت جو، جاني جي ڏيندا
وسري سڀ ويندا، وڇوڙا ورهه جا." [گلراج]

---

ڪتابت = خط. تيڪون = توکي. نون = کي.
جيوين = جئين. آکان = چوان. آکين = چوين.
گل = ڳچي. شيرين = مٺي. دست = هٿ.

# سمجھاڻي

نہ سمجھڻ گھرجي تہ ڪو شاعر فقط ٻاهرين ڪهاڻي شعر ۾ آندي آهي، مگر هن منجهس ٻنهنجي دل جي دانهن ڪئي آهي. هير اُهو جيو آهي، جو دنيا جي ڳالهين کان ڪک ٿي سچي آرام پائڻ جي ڪوشش ڪريٿو، ۽ ٻنهنجي سائين ۽ کي لهڻ جي آس رکيٿو. "رانجھو" آهي "سائين،" جنهن سان هاڻ هنجي محبت ٿئي ٿي؛ جوتہ هو سدا سکہ جو روپ آهي، ۽ حسن جو ڀنڊار آهي. "کيڙو" آهي دنيا جو عشق يعني لالچون، لوڀ، موه، وغيره وغيره. اِنهي "کيڙي" کان هاڻي "هير" جي دل کي نفرت اچي ٿي ۽ هڪ ڀيرو جو آنند کي پاتوائس، سو وري اُن سان ڀڄڻ نٿي چاهي. قاضي آهي "شريعت جو زور" يعني جڏهين عاشق سچي محبت ۾ مگھن رهي ٿو، تڏهين هنکي ٻاهريان دنيوي ڪرم ڪانڊ جا قاعدا نٿا آئڙن. اهڙن سچن عاشقن تي هميشه قاضين جي ڪاهہ ٿئي ٿي. تواريخہ اهڙن مثالن سان ڀريل آهي. ٻاڪ هزارين مثال آهن، جو انهن عاشقن ٻنهنجا سر ڏنا آهن. نہ رڳو ٻاهريون ڳالهيون عاشق کي ملاکر ڪن ٿيون، پر من جا رولا ۽ ايذاءَ ۾ سهڻا پونس ٿا. انهي نسبت هن سر ۾ هڪ سڌي سنئين آهي؛

"عشق ڪنون، ٿي ٽول ٻرايم: سِڪَڻُ، سُور، سُهماڻ
وَتَڻَ ڪنون ٻاٻُلُ ٻَلي، ڪَتڻ ڪنون آماڻ."

"وتڻ" آهي آزادگي، جنهنڪان ٻاٻل ٻلي ٿو. "ٻاٻل" ٻاٻو يا بابو آهي، پر سنڌس اندرين معنائي بدن جا حواس، ٻه ٿي سگهي ٿي؛ ڇاڪاڻ ته حواس انسان کي هلاڪ ڪن ٿا؛ سچي آزادگيءَ کان پري ڪن ٿا.

"ڪتڻ" آهي اندر جو حساب ڪرڻو، يعني سمجهي گيان پائڻو. مگر "آما" اُنهي ڪتڻ کان جهلي ٿي. "آما" هت آهي "من"، جو اندر ڳڪاڻ ڪرڻ نٿو ڏئي.

تن جي حواسن ۽ من جي ڳڪڻ کان پري ڀڄي پوءِ فقيري پائي سگهجي ٿي. تن ۽ من ٻنهي کي ٽڪر ٽڪر ڪرڻو آهي، يعني ٻنهي جي علتن کي ڀڃڻو آهي. هت فقير درزين جي هٿن تان اُگهڙيون وٺي ٽڪريون ٽڪريون ڳنڍي هڪ ڪفني سبي پائيندا آهن. اُهي ليڙون (اُگهڙيون) ڇا آهن؟

"تَن ڀي تُڪرا، مَن ڀي ٽڪرا، جهين درزي ناندا ليڙان،
اُن ليڙان وچون، هڪ ڪَفني سِبيسان، جُلسان ڏال فقيران."

شاعر ٿو چوي ته اهو عشق جو رستو ڏاڍو اوکو آهي:

---

سهماڻ = سهمون، ڇڙهون. وتڻ = گهمڻ ڦرڻ. جلسان = وڃان. ڏال = ساڻ.

"سمجھ نہ لڌا نيڻهن، ماهي ڙي مڻن سمجھ نہ لڌا،
رات اندا ري، حاڪم ڏاڍا، جھڙ ڦڙو سعدا ميڻهن،
جلان تہ پڇي جولڙا، ولان تہ تتي نيڻهن،
سيني اندر داغ رانجهو دا، پياي گاجندا شيڻهن."

پريم جو رستو ڏکيو آهي. مون سمجهي نيڻهن نہ لاتو آهي. حاڪم (عشق) ڏاڍو آهي. ميڻهن (تڪليفون) سخت آهن. جي تي هلان تہ جولو تو پڇي ( سختيون تيون اچن )، جي تي ولان ( موٽان )، تہ پريم جو انجام تو پڇي. پر اهي سختيون، ضرور سهڻيون آهن. اهو عشق جو ڪهڙو قاعدو آهي.

"رانجهڻ مٽي جو لعل بوچڻ، هير مٽي جا لوئي."

هت "لوئي" آهي "تياڳ" جي نشاني. "لعل بوچڻ" آهي "ڀڳتي" جي نشاني. هير "لوئي" ڍڪي آهي، جا ڪاڻ تہ فقيري تي ڪمائي ۽ اچا رستي تي آهي. رانجهوءَ کي لعل بوچڻ آهي، جو تہ رانجهو ڀڳتي آهي، ۽ پريم جو روپ آهي. جڏهين هير روئي جيو "کيڙي" کان جڏي، حواسن کي بند ڪري، شريعت جي ممت کان پري ٿي، من جي رولن کان بچي، اصل بندهڻي "پاڻ" کي "ڪائي" سان کهي ٿو، تڏهين هو "رانجهوءَ" کي ملي ٿو:

" رانجهو مڏون سڏ ڪريسي، ٿان مڻن ڪنيائي سڏ ڏيسان."

---

جلان = هلان. ولان = وران، موٽان.

پوءِ ھنگي عشق جي خبر پوي ٿي.

شاعر پوءِ ھن ريءَ چوي ٿو:

”حاڪم ٿيوان، حڪم ھلاوان، عشق اجاري پاوان.“

سچ پچ ھو حڪم حاصل ڪري ٿو، ۽ سچي آرام کي

پائي ٿو، ۽ سمجھي ٿو تہ سڀ ھاڻ آنند آھي:

” لٿا قلف قابو، اصل ٿي آجائي،

کليا طاق تن جا، ڪانھي ڪاڻ ڪائي،

آھي سڀ آتم، ٻي نام چيز ڪائي،

رکائج خيال دلہ ھي ھڪڙو سدائي،

ڏرو ناھ اوندھ، سڀي آھ صفائي،

ڪڙو ناھ ڪانجھہ ٻي، مڙيئي آھ مٺائي.“ گلراج

نوٽ: راڻجھو جو نوڪر ٿئي ٿو، تنھنجي معنيٰ

آھي تہ سائين يا سائينءَ جا پيارا وقت بہ وقت انسان ذات

جي ڀلي لاءِ اچي دنيا جي نوڪري ڪن ٿا.

---

ھلاوان = ھلايان. اجاري = اجارہ، ڊل.



# درستيون

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| ۳۸ | ۹ | ۾ | م |
| ۵۰ | ۱۹ | ٻيٺي ڄڻيس ۽ ڄميس | ٻٽي ڄڻيائينس ۽ ڄميائينس |
| ۵۶ | ۱۷ | جن ۾ جهلن ۾ | جن جهلن ۾ |
| ۶۰ | ۴ | اي ڪامل سندوء | اِي ڪامل ڪم نہ سندوء |
| ۶۷ | ۱۹ | گيروء رتا | گيڙوء رتا |
| ۷۴ | ۴ | و ج | رو ج |
| ۸۰ | ۳ | ٿد ھاجي ھا | ٿد ھاجي |
| ۸۲ | ۳ | مُنھاجهئين | منھاجهئين |
| ۹۳ | ۸ | جانوري | جانور |
| ۹۴ | ۱۲ | درمند | دردمند |
| ۹۶ | ۱۰ | ڏيندو، | ڏيندو ھو، |



Printed by
Awatrai Parsram Gulrajani at the Bharatvasi Press,
Hyderabad Sind
and
Published by Sindhi Sahit Publishing Company
Hyderabad Sind.



نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهہ ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقہ رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محلہ، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

## اڻ ڇپيل ڪتاب

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجهہ (شاعري) 2021ع

برهہ منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

